اخلاق حميده

# ميرزا علي نواز بيگ

**ناشر طرفان به اکر**

سنڌي زبان ۾ عورتن ۽ ٻارن لاءِ مفيد ڪتابن جي اڻاٺ آهي. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪري ٿو ته سنڌي پڙهيل لکيل عورتون ۽ ٻار ڌارين ٻولين ڏانهن منهن ڪن ٿا. چنانچه، ضروري آهي ته سنڌي ٻوليءَ جا اديب ۽ ناشر عورتن ۽ ٻارن جي ادب جي اهميت محسوس ڪن ۽ انهيءَ صنف ۾ جيڪو خال آهي، تنهن کي پرڻ لاءِ سعيو ڪن.

سنڌي ٻوليءَ جي نامور اديب شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ ۽ ڪن ٻين صاحبن عورتن ۽ ٻارن جي ادب جي واڌاري لاءِ ڪجهه ڪتاب لکيا هئا، جن مان ڪي سنڌي ادبي بورڊ ڇاپي پڌرا ڪيا آهن. ميرزا علي نواز بيگ صاحب جو هي ڪتاب، ”اخلاق حميده“ به انهيءَ سلسلي ۾ شايع ڪيو وڃي ٿو.
”اخلاق حميده“ ڪتاب، جيئن ان جي نالي مان ظاهر آهي اخلاقيات جي موضوع تي آهي. اصل ڪتاب گهڻن ئي جلدن ۾ آهي؛ هي ڪتاب ان جي هڪ حصي جو ترجمو آهي. منجهس ٿي مقالا ڏنل آهن:

- تواضع،
- گفتگو جا آداب

- ۽ سهڻا اخلاق.

اميد آهي ته هي ڪتاب سنڌي عورتن لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

# اخلاق حميده

## ميرزا علي نواز بيگ

**بسم الله الرحمان الرحيم**

**پاڱو پهريون**

## تواضع جي بيان ۾

شرم ۽ حيا جا آداب، تواضع ۽ گفتگوءَ جا طريقا عاقلن ۽ ڏاهن جي ڪمالات کي ظاهر ڪن ٿا. جيڪي ماڻهو اهڙن صفتن سان سينگاريل آهن، سي اعتبار ۽ سعادتِ جاودانيءَ جي خزاني جا ڪنجيدار ٿين ٿا. جيڪي ماڻهو نفساني غرور ۽ وڏائيءَ جي ڪري شرم ۽ حيا جي سنئينءَ راه کان نڪري وڃن ٿا، سي پاڻ کي خطري واري موت جي بيابان ۽ بي سعادتيءَ جي ميدان ۾ مردود ڏسن ٿا، ۽ زماني جي خاص توڙي عام ماڻهن جي نظر ۾ نامقبول ٿين ٿا.

خداوند عالم، ڪائنات جي نظام رکڻ واسطي، هر انساني طبقي ۾ پيغمبر پيدا ڪيا، جن کي عقل ۽ ڪمالات جي زيورن سان مزين فرمايائين، ۽ انهن کي

ساريءَ مخلوقات ۾ ممتاز ڪيائين. انهيءَ لاءِ ته هو سندس حڪم پهچائين، هر خاص ۽ عام کي انسانن عبادت ۽ بندگيءَ واسطي اشارو ڪن، ۽ گمراهيءَ جي اٿسڌي رڻ پٽ مان هنن کي ڇوٽڪاري جي راهه تي آڻين، ۽ چڱن ڪمن جي فائدن ۽ دينداريءَ جي احڪامن جي ترغيب ۽ دعوت ڏين. انهيءَ لاءِ ته جيئن دنيا جي هر حصي ۾ ماڻهن کي شائسته طريقي سان خدائي قانون ۽ قائدا پهچن ۽ هر ڪنهن کان خدا تعالي جي وحدانيت جي چاڻ سان گڏ انسان جي پرهيزگاريءَ ۽ نيڪوڪاري جا قانون مخفي ۽ لڪل نه رهن.
اهڙيءَ صورت ۾ هر انسان تي واجب آهي، ته جڏهن هُو تميز ۽ عقل جي حد کي پهچي، تڏهن پنهنجي اختيار جي واڳ نفساني هوا ۽ هوس جي حوالي نه ڪري، بلڪ خدا تعاليٰ جي نعمتن جو شڪرانو ڪري، ته جيئن ڪنهن به پريشانيءَ کان سواءِ گمراهيءَ جي ميدان مان نڪري، سلامتيءَ سان راستگاريءَ جي منزل تي پهچي وڃي. دنيا جو ڪاروبار هڪٻئي جي مدد ۽ اعانت سان بهبوديءَ کي پهچي ٿو، ۽ جيئن ته غريبن جي نظر هميشه دولت ۽ نعمت وارن ماڻهن جي مروت ۽ مهربانيءَ تي رهي ٿي، ان ڪري دولتمندن کي به دنياوي ڪمن جي پورائيءَ واسطي، پنهنجن زيردستن ۽ احتياجمندن ڏانهن رجوع ڪرڻو پوي ٿو. چاڪاڻ ته بادشاهه جي سربلنديءَ ۽ سرفرازيءَ جو سامان، سپاهه ۽ لشڪر جي مدد تي منحصر آهي.جهڙيءَ ريت ڪنهن به بيجان ماڻهوءَ جون اکيون

بينائيءَ جو ڪم ڏيئي نه سگھنديون؛ ۽ ڪنهن به در جو ڪلف ڪنجيءَ کان سواءِ کلي نه سگھندو، تهڙيءَ ريت سڄيءَ دنيا جو انتظام، ۽ بني آدم جي نندي خواه وڏي جو ڪاروبار، به پاڻ ۾ اهڙيءَ طرح مليل ۽ گڏيل آهي، جهڙيءَ طرح مغز ۽ کل، ڪنڊو ۽ گل، لفظ ۽ معنيٰ، جسم روح ۽ سواءِ هڪٻئي جي مدد ۽ توسل جي پورو ٿيڻ وارو نه آهي. جنهن صورت ۾، سڄي انساني فرقي جو ڪاروبار ۽ اسباب، انتظام هڪ سلسلو ۽ هڪ ڪارخانو آهي، تنهن صورت ۾ بهتر طريقو اهو آهي ته وڏو توڙي ننڍو، موافقت جي آسمان، ۽ اتفاق جي برج هيٺ پروين وانگر، هڪٻئي سان پيار ۽ محبت سان ملي جلي رهن. هرذي حيات کي لازم آهي ته هو حسن سلوڪ ۽ اتحاد سان پاڻ به اهڙي روش اختيار ڪري، جو ماڻهن جي دلين ۾ هن جي جاءِ ٿي وڃي ۽ نه تند خوئي جهڙي ناملائم طبع جي ڪري، هر قسم جو رنج ۽ الم سهڻو پوي، جنهنڪري ڪڏهن به آرام سان گذاري نه سگھجي. مطلب ته تند خوئي ۽ ناهموار خُلق، اهڙو ڪَرٿ آهي، جو پيءُ ۽ پٽ جي صحبت جي وڻ کي به ڪپي ٿو ڇڏي. غرور انسان ۾ هڪ وڏو عيب آهي، مگر تواضع انسانيت ۽ آدميت آهي. هن سهڻي شيوه جي ڪري آشنا، خواه بيگاني کي راحت پهچي ٿي، مگر بي ادبي هڪ اهڙو سيلاب آهي، جو عزت ۽ وقار جي ماڙيءَ کي ٻاهي چٽ ڪري ڇڏي ٿو، ۽ بيخ ۽ بنياد کان پٽي ڇڏي ٿو. عاقلن چيو ته ته ’ادب هڪ جواهرن جو سرمو آهي، جنهن جي پائڻ سان اعتبار جي اکين کي

ڪوبه ضعف يا خلل پهچي نه سگهندو، ۽ زماني جا وڏا
خواهه ننڍا هن جي وجود کي مهر ۽ محبت جي مجلسن
جو ڏيئو ڪري سمجهندا، ۽ روز بروز هن جي اقبال
جي ستاري کي مٿانهين درجي تي پيا وڌائيندا، ۽ هن
چوڪري وانگر هن جي عزت ۽ سعادت، بادشاهي
الطافن سان پيا سينگاريندا‘.
اها ڳالهه هن طرح ڪن ٿا ته بغداد جي ولايت ۾، هڪڙي
ڏينهن، ڪن چوڪرن گهٽيءَ ۾ راند پيئي ڪئي، بادشاهه
به سير واسطي انهيءَ گهٽي مان اچي لنگهيو. جڏهن
بادشاهه جي جاهه ۽ جلال جا آثار ظاهر ٿيا، تڏهن انهن
چوڪرن مان هڪ چوڪرو پنهنجي عقل ۽ شعور
سببان اُٿي کڙو ٿيو، ۽ ادب سان پٽ کي ٽيڪ ڏيئي بيهي
رهيو، ۽ ٻيا چوڪرا ساڳيءَ طرح پنهنجي راند ۾
مشغول هئا، ۽ بادشاهه جو ڪو به خيال نه ڪيائون.
بادشاهه کي ان چوڪري جي عاقلانه هلت، نهايت پسند
آئي، تنهنڪري گهوڙي جي واڳ جهلي، بلڪل
مهرباني ۽ شفقت سان ان چوڪري ڏانهن متوجه ٿيو، ۽
امتحان واسطي پنهنجي هٿ مان منڊي لاهي، چوڪرن
جي وچ ۾ کڻي ڦٽي ڪيائين، ۽ چيائين ته ”جيڪو به
چوڪرو منڊي جلدي کڻي ايندو، سو بادشاهي انعام جو
لائق ٿيندو.“ چوڪرا منڊيءَ جي کڻڻ لاءِ، هڪٻئي تي
اڳرائي ڪرڻ لڳا. نيٺ اها منڊي هڪ چوڪري جي
هٿ ۾ اچي ويئي جنهن آڻي بادشاهه جي هٿ ۾ ڏني. اُهو
چوڪرو پٽ کي ٽيڪ ڏيو بيٺو هو، سو ادب ۽

خودداريءَ جي حد کان قدم ٻاهر نه رکندي ذرو به پنهنجيءَ جاءِ تان نه چريو.
بادشاه آڏيءَ آک سان هن جو اهو حال ڏسي، ٻي دفعي منڊي هن جي نزديک اڇلايائين جا هن کڻي ورتي، ۽ ان تان مٽي صاف ڪري، چمي، نهايت ادب سان ٻنهي هٿن تي رکي، بادشاه جي خدمت ۾ حاضر ڪئي. بادشاه کي هن جو حيا ۽ ادب گهڻو پسند آيو، ۽ ٻين ڇوڪرن مان هر هڪ کي انعام ڏيئي، هڪ خادم کي اشارو ڪيائين ته ”هن ڇوڪري جي پيءُ ۽ ماءُ کي راضي ڪري مون وٽ حاضر ڪر! ڇاڪاڻ ته هي ڇوڪرو وڏيک تربيت ڏيارڻ جو لائق آهي.“
اتفاق سان هن جو پيءُ مري ويل هو ۽ ماءُ پيرسن ۽ نادار هئي، ۽ خدا تعالي کان پئي گهريائين ته ڪو ڇوڪري جي تربيت ڪرڻ لاءِ خواهشمند ٿئي. بادشاه ان زال کي گهڻو انعام ڏئي، ڇوڪري کي پنهنجي حوالي ۾ ورتو، ۽ بارگاه تي وٺي آيو، ۽ هن جو نالو ’فيروز بخت‘ رکيائين، ۽ هن جي تربيت واسطي جوڳو بندوبست ڪيائين.
اهڙيءَ ريت رفتي رفتي انهيءَ ڇوڪري بادشاهي توجه ۽ مهربانيءَ جي ڪري، قسمين قسمين ڪمالات حاصل ڪيا، خاص ڪري سواريءَ ۽ شجاعت جي هنرن ۾ نهايت قابليت کي پهتو، ۽ بادشاه روز بروز هن جي عزت ۽ درجو وڌائيندو ويو. اتفاق سان، بادشاه جو هڪ دشمن هو جو هن کان زياده طاقت وارو هو، ۽ هميشه خصومت جي ڪمان تي زه چاڙهي، دشمني جي

ترار هٿ ۾ رکندو هو، ۽ بادشاھ کي هميشه هن جو فڪر ۽ ٻپ دل ۾ رهندو هو. هڪ دفعي اهو دشمن وڏي لشڪر سان بغداد تي ڪاهي آيو. بادشاھ لڙائي جي سامان ۽ سپاھ درست ڪرڻ ۾ لڳي ويو، ۽ ارادو ڪيائين ته پاڻ دشمن جي دفع ڪرڻ واسطي روانو ٿئي. فيروز بخت خدمت ۾ حاضر ٿي، دعا ۽ ثنا ڪرڻ بعد عرض ڪيو ته ”اي خداوند! هڙي معمولي دشمن کي کهڙي حشمت ۽ طاقت آهي، جو حضور پاڻ بنفس نفيس هن جي مقابلي تي وڃن؟ هن ۾ حضور جي اعليٰ مرتبي ۽ شان جي گهٽتائي آهي، تنهنڪري عرض آهي ته غلام کي اجازت ملي ته هن معاملي جي دفعي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. جيڪڏهن خداوند جي اقبال جي مدد سان، فاتح موٽيس ته عين مطلب، پر جيڪڏهن نه، ته پنهنجي جان هن ڪم ۾ حضور تان نثار ڪري، نيڪبختن جي قطار ۾ پنهنجي مراد کي پهچي، ٻنهي جهانن جي سعادت حاصل ڪندس.“

بادشاھ هن کي رخصت ڏني، ۽ فيروز بخت لشڪر وٺي قلعي کان ٻاهر نڪتو، ۽ دشمن سان مقابلو ڪيو. ٻنهي طرفين سخت جنگ لڳي، ۽ گهڻي خونريزي ٿي. آخر وڙهندي وڙهندي فيروز بخت کي فتح حاصل ٿي، ۽ دشمن جو لشڪر ميدان مان ڀڄي نڪتو. فيروز بخت، نهايت خوشيءَ سان بادشاھ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. بادشاھ هن کي پنهنجي پاڪر ۾ وٺي بيحد نوازشون ڪيون، ۽ حڪومت جي ڪاروبار جي واڳ هن جي حوالي ۾ ڏنائين.

مطلب ته شرم ۽ ادب، رفعت ۽ رتبي جي ماڙي جي ڏاڪڻ آهي، ۽ ادب جي رستي سڀني عطائن جي منزل تي پهچي سگهجي ٿو، ۽ شرم جي گلڪاري مان سڀني مدعائن جا گل چونڊي سگهجن ٿا. عاقلن ۽ دانشمندن جو چوڻ آهي ته ”هر فرد بشر جڏهن آدميت جي مدرسي ۾ قدم رکي، تڏهن هن کي واجب ۽ لازم آهي ته، پهريائين شرم ۽ ادب جي قاعدن سکڻ ۾ جلدي ڪري، چاڪاڻ ته انهيءَ ئي رستي ڪامل زندگاني حال ڪري سگهندو، ۽ اقبالمند ٿيندو، جو حقيقت ۾ انسانيت جي پيشانيءَ جو ادبي تاج آهي.“

جيڪو ماڻهو عزت ۽ اعتبار جو خواهان ۽ امتياز ۽ وقار جو طالب آهي، سو جيڪڏهن اياز وانگر، پنهنجي دل جي آرسيءَ کي بيشرميءَ جي غبار کان صاف رکندو، ته دولت ۽ افتخار جي پاڪيزه خلعت سان، پنهنجي وجود کي سينگاريندو، ۽ سندس موجودگيءَ مان، هر خاص ۽ عام کي فيض پهچندو.

اياز جو قصو هن طرح آهي:

هڪڙي ڏينهن، سلطان محمود غزنوي، ڪيترن ماڻهن سان گڏجي شڪار تي روانو ٿيو. جڏهن شڪار گاهه ۾ پهتو، تڏهن پنهنجي سپاهه جي مٿان هڪ هماء کي اڏامندو ڏٺائين! چوڻي آهي ته ’جنهن جي مٿان هماء جو پاڇو پوندو، سو دولت ۽ سعادت کي پهچندو‘ تنهنڪري بادشاهه جا ماڻهو، اهڙي سعادت حاصل ڪرڻ واسطي، هيڏانهن هوڏانهن پيئي ڊوڙيا، ۽ هڪٻئي تي سبقت ۽ پيشدستي پيئي ڪيائون، مگر اياز شرم ۽ حيا جي ڪري

ادب جي جاءِ تي رهي، پنهنجي احتياط جي واڳ هٿان نه ڇڏي، ۽ پنهنجي جاءِ تي بيٺو رهيو.
سلطان جي محرمن مان، هڪڙي هن کان پڇيو ته ”توکي ڇا ٿيو آهي جو تون هڙي الاهي عطيي جو ڳولائو نه ٿيو آهي، ۽ پنهنجن يارن سان شراڪت نه ڪئي اٿئي؟“ اياز جواب ڏنو ته ”ثابت عقيدو، غلامن واسطي ادب جي قاعدن ۽ حيا جي قانونن موجب بندگيءَ جي راه و رسم جي خلاف آهي ته پنهنجي خداوند جي حاضريءَ ۾، بي ادبن وانگر، شرم جي گهوڙي جي واڳ خودداريءَ جي قبضي مان ڦٽي ڪري، بندگيءَ جي رستي کان نڪري وڃن. مون کي ادب جي خلعت بدن تي بهتر آهي انهي کان جو هماء جو پاڇو منهنجي مٿي تي پئي؛ ۽ سلطان جي مهربانيءَ جو پاڇو جو منهنجي حال جي پيشاني تي پئجي رهيو آهي، سو منهنجي واسطي ڪافي آهي. تنهنڪري مون کي ڪنهن بئي هماء جي پاڇي جي ضرورت نه آهي.“
جنهن وقت لشڪر جا ماڻهو، انهيءَ ڪوشش ۽ تلاش ۾ هئا، تنهن وقت سلطان آڏيءَ اک سان پنهنجي ماڻهن جي هلت کي پيئي جاچيو. جڏهن ڏٺائين ته اياز ادب ۽ حيا جي واديءَ ۾ ثابت قدم بيٺو آهي، تڏهن بادشاه کي هن جي اها هلت نهايت پسند آئي، ۽ شڪار تان موٽي اچڻ بعد، اياز کي قسمين قسمين انعام ڏنائين، ۽ نوازشون ڪيائين. اهڙيءَ طرح روز بروز هن جو درجو وڌائيندو ويو، جو نيٺ وڏيءَ عزت ۽ اعليٰ مرتبي کي

پهچي ويو، ۽ مقربن ۾ شمار ٿيڻ ۽ سلطنت جي ڪمن ڪارين ۾ ڀهرو وٺڻ لڳو.
مطلب ته سڀڪو شعور وارو ماڻهو جيڪڏهن پنهنجي صحيح راءِ موجب، شرم ۽ حيا سان پاڻ کي سينگاريل رکي ٿو ته، رذيل خواه شريف، هن جي صحبت ملاقات واسطي خواهشمند رهي ٿو، ۽ اهڙيءَ رجوعات جي ڪري هن جو اعتبار ماڻهن جي دلين ۾ وڌي ٿو، ۽ روز بروز ماڻهن جي دلين ۾ هن لاءِ محبت پيدا ٿيندي وڃي ٿي، ۽ هن جي عزت ۽ احترام کي ڪڏهن به زوال جو آسيب نٿو پهچي.
ادب، هڪ اهڙو اعليٰ گڻ آهي، جو انسان کي هميشه سرسبز رکي ٿو، ۽ هن جي گهڻي نيڪنامي ٿئي ٿي. دانائن جو چوڻ آهي ته ”جنهن جي وجود جو گل، ادب جي رنگ ۽ بوءِ کان عاري آهي، سو ماڻهن جي نظر ۾ هڪ ڪنڊي وانگر خوار ۽ بيڪار رهندو، ۽ ماڻهن جي دل هن جي صحبت کان بيزار رهندي، ۽ هن کي آشنا يا بيگانو ڌڪاريندو ۽ دوري اختيار ڪندو“. بي ادب ماڻهو يقين آهي ته زماني جي تاديب ۽ تنبيهه جي چماٽ ڳلن تي کائِي، پاڻ کي زخمي ڏسندو، ۽ هرگز هن جي مهر ۽ محبت جو نقش ڪنهن به دل جي صفحي تي درست نه ويهندو. هيءَ حقيقت آهي ته پيءُ ۽ پٽ کان وڌيڪ ٻي ويجهي عزازت ڪانهي، ۽ پيءُ جي پٽ واسطي ڀلائي ۽ محبت تصور کان ٻاهر آهي، مگر جيڪڏهن پٽ کان هڪ وار جيتري بي ادبي، پيءُ جي حق ۾ صادر ٿئي ته پٽ جي محبت جو درجو، پيءُ جي

شفقت وارين نظرن ۾ گھٽجي ويندو، آخر ڪاوڙ ۽ تنبيھ جي ضرورت محسوس ٿيندي. پوءِ جن ماڻھن جو پاڻ ۾، پيءُ ۽ پٽ وانگر قرابت جو سلسلو محبت ۽ مھربانيءَ جو نه آھي، سي جيڪڏھن پاڻ ۾ ھڪٻئي جي بي ادبي ڪندا ته ڪيتريقدر اُن مان خرابي ۽ ناخوشي پيدا ٿيندي! ادب ھڪ مُندي آھي جا سپڪنھن عاقل ۽ دانشمند جي آڱر ۾ پوري اچي سگھي ٿي، ۽ اُن جي فوقيت جو گھوڙو، سپني معرڪن ۾ جولان ڪري سگھي ٿو.

ڳالھ ڪندا آھن ته ھڪڙي ڏينھن اياز، سلطان محمود جي خدمت ۾ بيٺو ھو، اوچتو پنھنجو موزو زمين تي اھڙيءَ طرح ھنيائين، جو اُن جو آواز سلطان جي ڪنن تي پيو. سلطان اھڙي بي ادبي ڪندي ھن کي اڳ ڪڏھن به نه ڏٺو ھو، تنھنڪري انھيءَ حرڪت ڪان تعجب ۾ پئجي ويو، ۽ ڇاڻي واٽي ڪنھن بھاني سان ھن کي ٻاھر موڪلي، حاضرين کي چيائين ته ”جنھن وقت ڪان اياز اسان جي خدمت ۾ آيو آھي، تنھن وقت ڪان وٺي ڪڏھن به ھن ڪان اھڙي بي ادبي صادر نه ٿي آھي؛ ۽ شرم ۽ ادب وارن ماڻھن جي ھلت جي برخلاف ڪڏھن به ڪو امر ھن ڪان ظاھر نه ٿيو آھي، تنھنڪري ھن حرڪت جي ظاھر ٿيڻ جو سبب ڇا آھي؟“ ائين چئي، ھڪ خادم کي انھيءَ حقيقت معلوم ڪرڻ واسطي ٻاھر موڪليائين.

خادم ٻاهر وڃي ڏٺو ته اياز پنهنجي پير مان موزو لاهي، هڪ ڪارو وچون اُن مان ڪڍي پٽي ماريو. خادم پڇيس ته ”هي وچون تنهنجي موزي ۾ هو ڇا؟“
اياز جواب ڏنس ته ”هائو، سلطان جي خدمت ۾ هن وچونءَ جي سبب گهڻي شرمساري ڪڍي اٿم. چاليهه ڏنگ مون کي پير ۾ هنيائين، مگر بندگيءَ جي دستور جي خلاف، ادب جي حدن کان پير ٻاهر رکي، بيتابي نه ڏيکاريم؛ ايستائين جو خودداريءَ جي واڳ منهنجي طاقت جي قبضي مان نڪري ويئي، ۽ بي اختيار بيشرمانه حرڪت مون کان ظاهر ٿي؛ هاڻي جيسين جيئرو هوندس، تيسين منهنجو چهرو هن شرمساريءَ ۽ خجالت جي چماٽ کان مجروح رهندو!
خادم موٽي اچي حقيقت عرض گذاري، ۽ هيءَ ڳالهه پاڻ سلطان جي نوازشن جي واڌاري جو باعث ٿي ۽ اياز تي اڳي کان به وڌيڪ شفقتون ڪرڻ لڳو.

# اخلاق حميده

## ميرزا علي نواز بيگ

### پاڱو پيون

## گفتگو جي آدب جي بيان ۾

آدميت ۽ انسانيت واسطي، گفتگوءَ جو طريقو به هڪ لازمي ڳالھ آهي. گفتگو اهڙيءَ طرح سان ڪرڻ گهرجي، جيئن ادب جي حدن کان پاهر لنگهي نه وڃجي. دانائن جو چوڻ آهي ته دانش ۽ ڪمالات انساني جي واسطي، پهريائين حسن محاوره ۽ سخنداني ضروري ڳالهيون آهن.“ عقلمندن ۽ سياڻن چيو آهي ته ”زبان سپڪنهن صاحبِ عقل جي فضيلت ۽ لياقت جي خزاني جي ڪنجي آهي، ۽ سپڪنهن شخص جي ڏاهپ آهر هن جي مشهوري ڪري ٿي، جيئن سعدي چيو آهي ته

تا مرد سخن نه گفته باشد، عيب و هنرش نهفته باشد.

گفتگوءَ جي طريقي مان، بي هنر ۽ صاحب ڪمال جي حال جي حقيقت معلوم ٿي وڃي ٿي. عاقلن، عقل کي بادشاه جي منزل تي، تميز کي وزير جي بجاءِ ۽ گفتگو کي سپاه جي مرتبي تي سمجهيو آهي. چاڪاڻ ته جيڪي عقل ۾ اچي ٿو، تنهن کي تميز ظاهر ڪرڻ لاءِ

حڪم ڪري ٿي ۽ گفتگو اُن کي لفظن جي صورت ۾ آڻي ٿي. زبان جي ذريعي ماڻهن جي دلين ۾ مهر ۽ محبت پيدا ڪري سگهجي ٿي. ساڳيءَ طرح، وير ۽ دشمنيءَ جي باھ به سيني ۾ زبان جي وسيلي ڀڙڪي ٿي. جيڪڏهن ڪلام قاصد نه هجي ها، ته ڦٽيل دل عاشقن جي اندر جو راز، غيرتمند معشوقن جي ڪن تي ڪير پهچائي ها! جيڪڏهن سخن جو وسندڙ ڪڪر وجود ۾ نه هجي، ته ڪهڙيءَ طرح دانشمندن جي زبان جا گوهر شاهوار سندن ٻڌندڙن جي ڪنن تي پهچي سگهن ها! شيرين زبان جي هوا، مقصد جي ٻيڙي کي مراد جي ڪناري تي رسائي ٿي، ۽ سخت ۽ ناصواب سخن جي بجلي، هڪ لمحي ۾ گفتگو ڪندڙ جي آسودگيءَ جي پوک کي ائين ساڙي ڇڏي ٿي، جيئن هڪ بيعقل تعبير ڪرڻ واري پنهنجي عمر ۽ زندگاني جي ڏاڳي کي، زوال جي ڪئنچيءَ سان ڪتري ڇڏيو:

ڳالھ ٿا ڪن ته سلطان ملڪ شاھ سلجوقي، هڪ رات جو خواب ڏٺو ته سندس سڀئي ڏند، وات مان هيٺ ڪِري پيا آهن. جڏهن صبح جو ننڊ مان جاڳيو، تڏهن انهيءَ واقعي کان نهايت خوف ۽ فڪر ۾ پئجي، حڪم ڏنائين ته ”ڪنهن تعبير ڪرڻ واري کي حاضر ڪجي، جو هن خواب جو تعبير ڪري!“

هڪڙي تعبير ڪرڻ واري کي، بادشاھ جي خدمت ۾ وٺي آيا، اگرچ هو انهيءَ فن ۾ ماهر هو، پر تڏهن به هن جي مغز ۾ غرور ۽ وڏائيءَ جي هوا اهڙي پريل هئي، جو ڪنهن کي به خيال ۾ نٿي آندائين، حضرت يوسف

ڪي به پنهنجي مدرسي جو هڪ شاگرد ٿي سمجهيائين. سلطان خواب جي ساري حقيقت هن کي بيان ڪري ٻڌائي. هُن ناخردمند تعبير ڪندڙ، ڪنهن به انديشي ۽ تامل کان سواءِ چيو ته ”هن خواب جو مطلب آهي ته ”بادشاھ جا سڀئي عزيز ۽ خويش، بادشاھ جي روبرو مري ويندا!“ سلطان کي هي نامِلائم جواب، طبع جي خلاف ڏسڻ ۾ آيو، ۽ نهايت غضب ۾ اچي حڪم ڪيائين ته ”هن بيعقل تعبير ڪندڙ کي ڦاسي تي لٽڪايو وڃي.“ سلطان جي حڪم جي تعميل ڪئي ويئي، ۽ تعبير ڪندڙ جي حياتيءَ جو لباس لاٿو ويو. سلطان وري حڪم ڪيو ته ”ڪنهن ٻئي تعبير ڪندڙ کي حاضر ڪجي.“ سلطان، اُن کي به خواب جو حال ٻڌايو. اهو ٻيو تعبير ڪندڙ، جيئن ته بزرگن جي راھ ۽ روش کان واقف هو، تنهنڪري احتياط ۽ عاقبت انديشيءَ کي سامهون رکي، چيائين ته ”جيتوڻيڪ پروردگار عالم غيب جو ڄاڻيندڙ ۽ ڳجهن جو واقف آهي، ۽ نبين ۽ امان کان سواءِ ڪنهن کي به هڙين ڳالهين ۽ ڳجهن جي خبر يا آگاهي ڪانهي، پر تڏهن به قريني ۽ هن فن جي قانونن موجب، جيڪو خواب حضور ڏٺو آهي، تنهن مان ثابت آهي ته حضور جي عمر وڏي ٿيندي؛ ڇاڪاڻ ته هن پيشي جا ڄاڻندڙ، ڏندن کي اولاد سان مشابهت ڏيندا آهن، ۽ ائين ظاهر ٿئي ٿو ته حضور جي عمر سڀني عزيزن ۽ خويشن کان زياده ٿيندي.“ سلطان کي هن جو حسنِ ڪلام ۽ طريقي بيان نهايت پسند آيو، ۽ هن کي گهڻو ئي انعام ڏنائين، ۽ حاضرين مجلس ڏانهن منهن ڪري چيائين ته ”جيڪي

پهرين تعبير ڪندڙ چيو سو ٻئي تعبير ڪندڙ جي قول سان بلڪل موافق آهي، ۽ ٻنهي جي مضمون جو ساڳو مضمون آهي. مگر هن پنهنجي ڪمال تي مغرور ٿي، اهڙيءَ بي ادبي سان تقرير ڪئي جو پاڻ کي مصيبت جي تير جو نشان بنايائين، ۽ هي شخص، شرم ۽ حيا جي رمزن جو واقف آهي، تنهنڪري احتياط سان بيان ڪري، پاڻ کي انعام جو لائق بنايو اٿس.“

مطلب ته گفتگو جو رستو بلڪل ناهموار ۽ خوفناڪ آهي، ۽ ان ۾ گهڻا خطرا آهن، تنهنڪري بنا غور ۽ تامل جي هڪ لفظ به چپن مان نه ڪڍجي. ڇاڪاڻ ته بي تامل گفتگو گهڻن ئي سِرن کي فنا ڪيو آهي، ۽ گهڻن ئي حياتن کي زوال پهچايو آهي. گفتگو ڪرڻ لاءِ، ڪيترن قاعدن جي ڄاڻ رکڻ لازم ٿئي ٿي: پهريون هي ته سواءِ ضرورت جي ڳالهائڻ نه گهرجي، پوءِ ڪٿي ان ۾ ڪيترو به صدق ۽ لطف هجي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن وقت کان سواءِ ۽ موقعي جي خلاف تقرير ڪبي، ته دانائن ۽ عقلمندن جي اڳيان اُن جو ڪو به مرتبو نه ٿيندو، ۽ ڪو به اُن جي ٻڌڻ جي رغبت نه ڪندو، پر اُلٽو اُن تي ٺوڪبازي ڪرڻ ۾ ايندي. ٻيو قاعدو هيءُ آهي ته جڏهن گفتگو شروع ڪجي، تڏهن سجهو خيال اوڏانهن رکجي، ۽ صحيح قول ۽ سهڻا لفظ، ۽ وڻندڙ نُڪتا ڪم ۾ آڻجن جو ٻڌندڙن کي نهايت رغبت ٿئي. ائين نه ٿئي جو هن جي ڪلام جي بي مزي هجڻ ڪري، سامعين کي نفرت اچي. ٽيون قاعدو هيءُ آهي ته ڪنايي جي خنجر، ڏنگ جي نشرت ۽ بيهودن لفظن سان خلق

جي سيني کي چيرڻ نه گهرجي، چاڪاڻ ته اصل ۾ جيڪو زخم زبان جي ترار سان دل کي پهچي ٿو، سو ڪنهن به ملم سان نٿو چٽي، ۽ سالن تائين انهيءَ وير ۽ ڪلفت جي مٽِي دل جي دامن تان ڪنهن به تدارڪ جي پاڻيءَ سان ڌوئي صاف ڪري نٿي سگهجي. چوٿون ته گفتگوءَ کي بڻاڪ ۽ خودثنائيءَ جي مصالحي سان انتظام نه ڏجي. چاڪاڻ ته اها نالائقن ۽ ڪمينن جي طبع آهي، ۽ خاص ۽ عام ان کي قبول نه ڪري، ڪوڙ ۽ بناوٽ سمجهندا. جيڪڏهن ظاهريءَ طرح هن جي گلا نه ڪندا، ته به چئني طرفن کان اکين ۽ ڀِرن جي اشارن، ۽ بيهودن لفظن سان هن تي مسخرين ۽ ٺٺولين جا تير هڻڻ شروع ڪندا، جيسين انهيءَ ڪوڙي ۽ خود ساخته تقرير کي نقاب جي پردي اندر ڍڪي نه ڇڏين. چاڪاڻ ته خلق کي ڪوڙ کان زياده ڪو به عيب يا خرابي نظر ۾ نه آهي. ڪوڙ کي ڏوهن ۽ گناهن جي فوج، لشڪر جو پيءُ – ماءُ ۽ سرڪردو سمجهيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪوڙ نه هجي ته ڪنهن به دل جو پڪي، ڪنهن به عصيان ۽ گناهه جي فضا ۾ هوند پر ۽ ڪنپڙاٽيون نه کولي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو، ڪوڙ کان پاسو ڪري ته يقيناً هن جي طبيعت ڪنهن به گناهه ڏانهن مائل نه ٿيندي. عقلمندن جو چوڻ آهي ته ”ايمان جي بيڙيءَ واسطي، ڪوڙ جي مخالف هوا جهڙي ڀي ڪا به نقصان ڪار شيءِ نه آهي، ۽ خداوند عالم جي حڪمن کان سرڪشي ڪرائڻ واسطي، ڪوڙ کان وڌيڪ طاقت وارو دشمن ڪو به نه آهي. انهيءَ ئي

ڪري ڪوڙ ڳالهائيندڙن کي حق جل و اعليٰ جي دشمنن ۾ شمار ڪيو ويو آهي.“

مشهور آهي ته هڪڙي ڏينهن، هڪ شخص، ابليس لعين کي گڏيو، ۽ ڏٺائين ته هُو هڪ ديوار کي پٺي ڏيئي وڏيءَ فراغت ۽ اطمينان سان ويٺو آهي. تڏهن پڇيائينس ته .اي ابليس! ڇاڪاڻ ته اڄ پنهنجي مڪاريءَ کي ڇڏي، خلق جي فتني ۽ فساد کي زور وٺائڻ ڇڏي ڏنو اٿئي؟، جواب ڏنائينس ته ”۾ه نائب پنهنجا قائم مقام ڪري خلق ۾ ڇڏيا اٿم؛ جيڪي ايمان جي ماڙيءَ جي ڍاهڻ واسطي، خدا تعاليٰ جي حڪمن جي نافرماني ڪرائڻ لاءِ، ۽ گناهن ۽ بڇڙاين ڪرائڻ ۾ مون کان سؤ دفعا وڌيڪ هوشيار آهن: انهن مان هڪ ڪوڙ ڳالهائيندڙ ۽ ٻيو سفلو يعني ڪمينو آهي. جڏهن کان هنن ٻن عملن جو تخم ماڻهن جي دلين ۾ ڇٽيو اٿم، تڏهن کان فتني ۽ فساد جو سرشتو، بني آدم ۾ اهڙو مضبوط ۽ محڪم ٿي ويو آهي، جو هاڻي منهنجي وسوسي پيدا ڪرڻ ۽ تحرڪ هلائڻ جو وڌيڪ احتياج ڪونه رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو خداوند عالم جو، ڪوڙ ڳالهائيندڙَ ۽ سفلي کان وڌيڪ بڇڙو دشمن ٻيو ڪو به نه آهي. هر روز انهن ٻن عملن جي ڪري، ڪيترا ماڻهو رحمت الاهيءَ جي فيض کان محروم ٿي جهنم جي عذاب جا حقدار ٿين ٿا، ۽ انهيءَ سبب ڪري، مون کي فراغت آهي ۽ آءٌ هڙو خوش ۽ خورم آهيان.“

پنجون هي ته، جڏهن گفتگو شروع ڪجي، تڏهن پنهنجيءَ راءِ جي واڳ کي، زبان جي اختيار ۾ ڇڏي نه

ڏجي، مگر جيتري قدر ٿي سگهي ته پنهنجو مطلب مختصر لفظن ۾ ظاهر ڪجي جو ٻين کي به گفتگوءَ ڪرڻ جو وارو ملي. مرد عاقل اهو آهي، جنهن جي ماٺ ڳالهائڻ کان زياده هجي، ڇاڪاڻ ته ڳالهائڻ ۾ لغزشون ۽ خطرا گهڻا آهن، ۽ ماٺ ۾ اُهي نه آهن. انهيءَ ڪري دانائن ماٺ کي ’سلامتيءَ جي ڪتاب جو ديباچو سمجهيو آهي.‘

اڳئين زماني ۾ هڪ شخص هو، جو بلڪل ڏاهو ۽ عقل وارو هو ۽ سڀ ڪنهن ڪمال ۽ قابليت سان سينگاريل هو. هُو اڪثر وقت ماٺ ۾ رهندو هو ۽ ڪتاب جو مطالعو پيو ڪندو هو. جيسين ضرورت نه ٿيندي هيس تيسين ڳالهائيندو نه هو. هڪڙي ڏينهن، هڪ شخص هن کان پڇيو ته ”باوجود ايتري ڪمالات ۽ قابليت جي به ڪهڙو سبب آهي جو تون پنهنجي عمل جي فيض کان ٻين کي فائدو نٿو پهچائين؟“ جواب ڏنائين ته ”اي عزيز! ماٺ، هڪ وڏو ڪسب آهي، ۽ گفتگو بحث ۽ جدال جو مادو آهي. ماٺ جي فائدن کان ڪيترائي فيض حاصل ٿين ٿا، جيڪي ڳالهائڻ ۾ نه آهن.“

ڇهون هيءُ ته جيڪڏهن ڪا ڳالهه ڪجي ۽ ٻڌندڙ ان کي غور ۽ خيال سان نه ٻڌي، ۽ ٻيو دفعو سوال ڪري ته ٻئي دفعي اها ڳالهه پهرئين دفعي کان زياده چٽائيءَ سان چئجي ۽ نه پيشانيءَ ۾ گهنڊ وجهي سختيءَ سان، هُن عراقي جوان وانگر، ناصواب جواب، ڏجي جنهن ڪري هن کي ڪيترن فيضن کان بي بهر ۽ محروم رهڻو پيو هو.

هيءَ ڳالهه هن طرح بيان ٿا ڪن ته عراق جي هڪ شهر ۾، هڪ نهايت دانشمند شخص رهندو هو. هن جي قابليت جي فيض ڪان، خلق کي گهڻو فائدو رسندو هو، ۽ هن کي سپڪنهن فن ۾ ڪمال حاصل هو، خاص ڪري جدا جدا نمونن جي اکرن لکڻ، ۽ پڙهڻ ۾ هن سان ڪنهن به برابري نٿي ڪئي. هن کي هڪ پٽ هو جو بلڪل اڻ سڌريل هو، ڪو به هنر نه ڄاڻندو هو. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ، بي سعادتيءَ جي دامن کي پست فطرت جي ڪمر تي ٻڌي، ڪمينن ۽ هلڪيءَ طبع وارن ماڻهن سان دوستي ۽ محبت جو رستو جاري رکي، بيهودگيءَ سان گهٽين ۽ بازارين ۾ پيو گهمندو هو، ۽ پيءُ جي مال مان اجايا خرچ ڪرڻ لڳو، ۽ ٿوري ئي وقت ۾ جيڪا موجودات هوس، سا سموري کپائي ڇڏيائين. جنهنڪري مفلسي ۽ تنگيءَ منهن ڏيکاريس، ۽ هڪ وقت جي مانيءَ واسطي به محتاج رهڻو پيس. جڏهن سندس استطاعت جي بهار کي زوال جي خزان پهتي، تڏهن بيگاني خواهه آشنا جي شرمساريءَ کان، هندستان ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيائين. انهيءَ وقت هندستان جي بادشاهت جي واڳ، شهزادي سليم جي اقتدار جي هٿ ۾ هئي. هو پنهنجي پيءَ جي نالي جي شهرت سبب، بادشاهه جي خدمت ۾ پهچي ويو، ۽ بادشاهه به قدرشناسيءَ جي قاعدي موجب، هن تي نوازش ۽ مهربانيءَ جي نظر ڪري، هن تي نوازشون ۽ شفقتون ڪيون، ۽ هو ٿوري ئي وقت ۾ وڏي درجي کي پهچي ويو.

هڪڙي ڏينهن، هڪ شخص، ڪيترا نظم لکي، بادشاهہ جي خدمت ۾ هديه طور پيش ڪيا. حاضر ماڻهن کي اهي ڏسي نهايت خوشي حاصل ٿي، بادشاهہ انهيءَ عراقي جوان کان پڇيو ته ”پنهنجي پيءُ جي قابليت ۽ ڪمالات مان ڪجھ حاصل ڪيو اٿئي؟، جوان جواب ڏنو ته ”پيءَ جي ڪمالات کان بلڪل بي بهر آهيان.“
بادشاهہ انهيءَ ڳالھ کان نٿائي ٻي ڪنهن ڳالھ ڏانهن ڌيان ڏنو، ۽ ٿوري دير کان پوءِ ويسر سبب يا چاڻي واڻي آزمائش جي ارادي سان، وري به انهيءَ عراقي جوان کان سوال ڪيائين ته ”تنهنجي پيءُ جي هنرن مان ڪو به نه سکيو آهين؟“ هن بدبخت، بي سعادت، ادب ۽ حيا کي ڇڏي، بي ادبيءَ ۽ غصي سان جواب ڏنو ته ”هڪ دفعي چيم ته پيءُ جي ڪمالات مان ڪجھ به نه سکيو آهيان“. بادشاهہ جڏهن هن جو جواب ناصواب ٻڌو، تڏهن کلي چيائين ته ”افسوس، لائق ۽ خردمند پيءُ مري وڃن ۽ ناخلاف بي هنر پٽ هنن جي جاءِ وٺن! قريني مان ظاهر ٿئي ٿو ته اوباشن ۽ رذيلن جي خدمت ۾ رهي، انسانيت جي ڪتاب مان هڪ باب به نه پڙهيو اٿئي، ۽ نڪي ڪنهن اديب وٽ ادب سکيو آهين! اهڙيءَ صورت ۾ تو جهڙن نالائقن ۽ هلڪن ماڻهن ان التفات ۽ مهرباني ڪرڻ لائق نه آهي – ٿوهہ کي ڪيترو به ڪوثر جي پاڻيءَ سان سيراب ڪبو ته ان مان ميٺاڄ جي اميد رکڻ حماقت آهي!“ بادشاهہ هن کي انهيءَ بي ادبيءَ ۽ بيهودگيءَ ڪرڻ سببان مجلس مان ڪڍائي ڇڏيو. فقط هڪ بيجا گفتگوءَ جي ڪري هڙيءَ

بزرگيءَ جو موقعو پنهنجي مقصد جي هٿن مان وڃائي ڇڏيائين! جڏهن هن جي بخت ۽ اقبال پٺ ڏني، تڏهن مدت تاءِ پشيماني سان رلندو، خون جگر کائيندو وتيو، ۽ نيٺ خالي هٿين، ڪنهن به مدعا حاصل ڪرڻ کان سواءِ، موٽي عراق ڏانهن هليو ويو.
بي ادبي ۽ احمقي سان گفتگو ڪرڻ، عافيت ۽ بهبوديءَ لاءِ زيان ڪار آهي. زبان جي نرمي، نفاق کي اهڙيءَ طرح دفع ڪري ٿي، جهڙيءَ طرح حجاج جي ڪاوڙ ۽ ظلم کي هڪ ٻار جي ملائم ۽ مٺي ڳالهائڻ خاموش ڪيو، جنهنڪري ڪيترن ماڻهن جي عمر ۽ حياتي هن جي ظلم ۽ ڏاڍ کان بچي پئي.
اها ڳالهه هن طرح آهي ته حجاج جي حڪومت جي وقت ۾، جڏهن هن جي ظلم جو تنور بيرحميءَ ۽ شقاوت جي ڪکن سان هميشہ ٻرندڙ رهندو هو، ۽ هن جي ذات نامسعود جي شرارت سبب، سڪل ۽ آلي جو ڪو به تفاوت نه هوندو هو جنهنڪري عام ۽ خاص سان ساڳي ظلم جي هلت ڪئي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن، مسلمانن جي هڪ قبيلي جي مردن ۽ زالن کي هن جي اڳيان آندو ويو. هنن سان ڪيترا ٻار به هئا. هن ناپاڪ ظلم ۽ جور جي مفتيءَ جي اشاري سان، انهيءَ جماعت جي ننڍن خواه وڏن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هڪڙو ننڍو ٻار، انهيءَ جماعت مان ٻاهر نڪري آيو ۽ مٿاهين جاءِ تي بيهي چيائين ته ”اي امير! جيڪڏهين ڪو لاچار ڪنهن مطلب واسطي توکي عرض ڪري ته تون هن جي اهڙي عرض تي غور ڪندين يا نه؟“

حجاج جڏهن ان ٻار جا اهي لفظ ٻڌا، تڏهن چيائين ته ”بيشڪ، غور ڪندس“. ٻار چيس ته اسين پري کان آيا آهيون، تنهنڪري فقط هڪ ڍڪ پاڻيءَ جي واسطي محتاج آهيون. جيڪڏهن حضور جي مروت ۽ عنايت سان ٿورو پاڻي ملندو ته اسين حضور جي واسطي خير جي دعا گهرنداسون“. حجاج جي حڪم موجب، انهيءَ جماعت جي ماڻهن کي پاڻي ڏنو ويو. وري به انهيءَ ٻار عرض ڪيو ته ”جيڪڏهين حضور جي مهربانيءَ سان مانيءَ جو ٽڪر به مزاحمت ٿيندو ته اها رعايت ڪماليت جي درعي کي پهچندي.“ حجاج جي حڪم موجب، هنن کي ماني به ڏني ويئي. انهيءَ مهل هن ٻار ڪيو ته ”هاڻي اسين حضور جي نعمت ۽ عنايت موجب دسترخوان جا مهمان ٿي وياسون، ۽ جيئن ته مهمان سان رعايت ڪرڻ سيڪنهن مذهب ۽ ملت ۾ واجب آهي، تنهنڪري جيڪڏهن حضور هن جماعت جو گناه معاف ڪري، ۽ جيئدان ڏئي ته هي حضور جو ڪرم ليکجڻ ۾ ايندو.“ انهن ڳالهين جو اهو اثر ٿيو، جو حجاج انهي جماعت کي معاف ڪري ڇڏيو.
ملائم گفتو جي برڪت سان ڪيترن ماڻهن مصيبت جي کُن مان نجات حاصل ڪئي. جيڪڏهن ٻار جي تقرير ادب ۽ نرميءَ سان نه هجي ها ته اها تدبير ڪڏهن به حجاج جي دل تي اثر نه ڪري ها. دانائيءَ جي ماڙيءَ جي مضبوطيءَ واسطي، موافق سخن، ۽ اهو وقت تي چوڻ تمام ضروري آهي، ۽ ان جو اثر ننڍي خواه وڏي

تي ٿئي ٿو. ڏاهن سخن کي جواهر سان تشبيهه ڏني آهي ۽ انسان کي کاڻ سمجهيو اٿن.

# اخلاق حميده

## ميرزا علي نواز بيگ

## پاڱو ٽيون
## سهڻا اخلاق

انسانيت ۽ آدميت واسطي، زندگاني ۽ معاش پيدا ڪرڻ جا قانون، ۽ زماني جي ماڻهن جي دلين ڏکوئڻ کان پرهيز ڪرڻ جا قاعدا سکڻ، بلڪل ضروري آهن. جيڪي ماڻهو نيڪوڪاري ۽ پرهيزگاريءَ سان هلن ٿا، ۽ جيڪي نفس خطاڪار جي اشاري سان حقانيت جي سڌي رستي کان ٻاهر نڪري وڃن ٿا، سي عقوبتن ۽ مصيبتن جي چنبي ۾ ڦاسي پون ٿا. سعادتمندن ۽ نيڪوڪارن کان مخفي نه آهي ته دنيا ۽ عقبيٰ جي خجالت ۽ شرمساري فقط انسانذات سان خير خواهي، گلا کان پري رهڻ، ۽ خاص ۽ عام سان لطف ۽ مهربانين ڪرڻ سان دفع ٿي سگهي ٿي.
جيڪي ماڻهو معاش ۽ زندگيءَ جي علم کان واقف آهن، ۽ خدا تعاليٰ جي حڪمن ۽ احڪامن پهچائڻ وارا آهن، تن مان هر هڪ تي واجب ۽ لازم آهي ته پنهنجي وجود کي، سڀڪنهن خرابيءَ کان پاڪ ۽ صاف رکي، بيفائدي گفتگو ۽ بڇڙن افعالن کان پنهنجي حفاظت ڪري، ۽

پنهنجي حسن خلق ۽ پاڪيزه طبعيت ۽ نيڪو ڪاريءَ سان، سعادت ۽ نيڪنامي حاصل ڪري. هن جي دلڪشا احاطي جي در جي ڪنجي، بلند فطرتي جي اختيار ۽ قبضي ۾ رهي ٿي. انسانيت ۽ اهليت، احتيار ۽ قبضي ۾ رهي ٿي. انسانيت ۽ اهليت، بيگاني خواه آشنا جي دل تي اثر ڪري ٿي، ۽ احتياجمندن ۽ عاجزن جي مددگاريءَ ۾ ڪابه ڪوتاهي نٿي ڪري.

تحقيق خدا تعالي جون نعمتون ۽ ٻنهي جهانن جو فيض ان کي حاصل ٿي سگهندو، جيڪو خلق جي عيبن ظاهر ڪرڻ کان پرهيز ڪندو ۽ هنن جي دلين کي پنهنجي نفاق جي ڏنگ سان زخمي نه ڪندو. جيڪو ماڻهو دل آزاري ڪري ٿو، سو آسماني آفتن کان ڪڏهن به امن ۾ نه رهندو، ۽ هن جي موجودگي جي شمع، ڪنهن به مجلس ۾ روشنائي نه ڪندي، ۽ ماڻهو هن جي صحبت کان ڪنارو ڪرڻ لڳندا ۽ هن کي نفرت جي نگاه سان ڏسندا. جيسين هو ڪوشش ڪري وير جي خاڪ، ۽ خصومت جو غبار خلق جي دل جي آرسيءَ تان لاهي، هن جي دلين کي پنهنجي مهربانيءَ ۽ مٺيءَ زبان جي دام ۾ قيد نه ڪندو. چاڪاڻ ته جيڪو ماڻهو پنهنجن ناجائز مطلبن حاصل ڪرڻ واسطي، خلق جي حاجتن ۾ خلل ۽ نقصان وجهندو، سو ڪڏهن به آشنائي ۽ نمڪخواري جي رستي تي مرداني طرح قدم رکي نه سگهندو ۽ جيئن گهرجي تيئن محبت ۽ خيريت جي قاعدن جي رعايت نه رکندو ته پوءِ نتيجو اهو ٿيندو، جو هن جي راحت جو متاع، انتقام جي حادثن سببان تاراج

ٿي ويندو ۽ دل ڏکويلن جي آهن جو اثر، هن جي بهبودي ۽ اعتبار کي چٽ ڪري ڇڏيندو. ڪنهن به طرح هن جي دل تي خوشي ظاهر نه ٿيندي.

ڪامل جوان مرد اهو آهي، جيڪو نفس خطاڪار جو فريب نه کائي ۽ جيسين پنهنجي حال جي آرسيءَ ۾ پنهنجا عيب ڏسندو هجي، تيسين ٻين جي خطائن جو نالو نه وٺي ۽ نه ماڻهن جي نام ۽ ننگ جو پردو بي حفاظتي سان ڦاڙي. ڇاڪاڻ ته اهڙي روش هن کي خداوند عالم جي التفات کان گهڻو پري ڪري ڇڏيندي. ماڻهن جي آرام ۽ آسائش ۾ خلل اندازي ڪرڻ نه گهرجي. ڇاڪاڻ ته اهڙي روش هن جي بهبوديءَ کي به نقصان پهچائيندي ۽ هن جو الو نيڪبختي جي ياد داشت تان محو ڪري ڇڏيندي. خواجه حامد جي زال ورانگر، جنهن هڪ اصفهاني جوان جي مال جي طمع ۾ پنهنجن پيرن کي نفسانيت جي طلسم ۾ ٻڌي، پنهنجي عمر جي وڻ مان راحت ۽ آسودگيءَ جو ميوو کاڌو، پر پوءِ پاڻ مصيبت جي دام ۾ ڦاسائي ڇڏيو.

اها ڳالهه هن طرح بيان ٿا ڪن ته اڳئين زماني ۾ ڪي ماڻهو رفاقت ۽ دوستيءَ ۾ نهايت مشهور هئا، ۽ محبت ۽ يگانگيءَ ۾ يڪتا هئا. هڪ دفعي هنن کي اصفيان کان خراسان وڃڻ جو اتفاق ٿيو. ڪجهه مسافريءَ کان پوءِ درمغان ولايت ۾ پهتا، جتي ٿورا ڏينهن ترسي ڪي ڪم ڪاريون پورا ڪري اڳتي روانا ٿيا.

اجا ڪجهه ميل پنڌ ڪيو هئاون ته هنن مان، هڪڙي کي ياد پيو ته هن جي ناٺي جي ڳوٺڙي درمغان ۾ رهجي

ويئي آهي، تنهنڪري پنهنجن رفيقن کي انهيءَ ڳالهه کان واقف ڪيائين، ۽ چيائين ته ”مون وٽ جيڪي موجودات ۾ هو سو اهو ئي هو، تنهنڪري واجب آهي ته پٺتي موٽي وڃي ان جي ڳولا ڪريان.“ مگر ان جوان، اها ڳالهه قبول نه ڪئي ۽ چيائين ته ”تون هان منزل تي هلي منهنجي واسطي ترسي پئجو، آءٌ جيتريقدر جلد ٿي سگهندو اوتريقدر جلد موٽي ايندس.“ يارن کان موڪلائي، درمغان ڏانهن روانو ٿيو. پوءِ قافلو اڌ رات جو وڃي منزل تي پهتو، ۽ صبح تائين ان جوان جي موٽي اچڻ لاءِ منتظر رهيا، مگر هن جو ڪو به نشان پيدا نه ٿيو.

جڏهن سج اڀريو، تڏهن رفيقن کي ان جوان جي موٽي نه اچڻ ڪري ڪجهه فڪر ٿيو، ۽ انهن مان هڪ شخص، جنهن جي هن سان زياده محبت هئي، تنهن بيتاب ٿي چيو ته ”مون کي پنهنجي دوست جي غير حاضريءَ سبب نهايت بي آرامي آهي ۽ مون کي انديشو آهي ته مبادا ڪنهن حادثي جي ڪري، هُن کي خلل پهتو هجي. جيئن ته موفق دوست ۽ همدم مشفق کي رفاقت جي رسي ۾، ڪوبه رنج ڏيڻ پشيماني کان خالي نه آهي، دوست جنهن جي الفت جي باغ مان وفاداريءَ جي گل جي بوءِ مغز تائين پهچي وڃي ٿي، تنهن جي قدمن تان پنهنجي جان کي نثار ڪرڻ عين مقصد آهي. انهيءَ ڪري ٻنهي جهانن جي سعادت حاصل ٿيندي آهي. تنهنڪري مون کي لازم آهي ته هن جي دير ڪرڻ جي حقيقت معلوم ڪريان.“ انهيءَ خيال سان پٺ تي موٽيو.

اجا ڪجھ ميل پنڌ ڪيائين ته پنهنجي دوست جي ملاقات جو فيض حاصل ٿيس، پڇيائينس ته ”اي يار، عزيز! تنهنجي دير ڪرڻ جو باعث ڪهڙو هو؟“
ان جواب ڏنس ته ”اگرچ گم ٿيل شيءِ لڌيم، مگر عجيب واقعو پيش آيو هوم جنهن مان منهنجي حياتيءَ جو ڪبوتر، حادثي جي: عقاب جي چنبي مان صحيح سلامت ٻاهر نڪري آيو. درمغان مان موٽندي، جڏهن سج لهڻ کي قريب ٿيو، تڏهن دل ۾ خيال ڪيم ته هن وقت رفيق ته منزل تي پهچي ويا هوندا ۽ هاڻي سج لهي ويو آهي، رات جي اونداهي ٿيڻ واري آهي تنهنڪري احتياط جي قاعدي موافق چڱو ٿيندو جو رات جو اڪيلو هن رستي تان وڃان، اهڙيءَ صورت ۾ بهتر آهي ته ڪنهن هنڌ ترسي پوان، ۽ صبح جو اڳتي روانو ٿيان.
”درمغان جي هڪ ڳوٺ ۾، جيڪو عام رستي جي پرسان هو، تنهن ۾ لڙي ويس. شهر ۾ هر طرف پئي گهميس ته ڪنهن گهر ۾ وڃي رات گذاريان. ايتري ۾ انهيءَ ڳوٺ جو هڪ شخص ملي ويم، جنهن مون ڪان حال دريافت ڪري چيو ته ”اي جوان! مون کي گهر آهي جو خدا جي دوستن جي لهڻ جي جاءِ آهي، ۽ هر وقت منتظر هوندو آهيان ته نيڪ سيرت جوانن جي خدمت ڪري، پنهنجو تارُون سعادت جي ماکيءَ سان مٺو ڪريان. تنهنڪري اميد ٿو رکان ته مهرباني ڪري اڄوڪي رات منهنجي گهر هلي ترس، ۽ منهنجي ڪکن جي جهوپڙيءَ کي پنهنجي تشريف جي نور سان روشن ڪر.“ مون کي هن شخص جي دلجوئي

۽ تازه روئي دل تي اثر ڪيو، ۽ آءٌ گھوڙي تان لھي ھن جي گھر ۾ لنگھي ويس. پوءِ انھيءَ ساعت عمدو طعام منھنجي واسطي آڻي حاضر ڪيائين. غذا کائڻ کان پوءِ، جڏھن سمھڻ جو وقت ٿيو، تڏھن مون کي چيائين ته ”اي جوان! جيڪڏھن تو وٽ ناڻو يا ڪا قيمتي شيءِ ھجي ته اھا منھنجي حوالي ڪري ڇڏ، ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ حادثا سيڪنھن جي پٺيان لڳا پيا آھن. مبادا اميد جي برخلاف، احتياط جي نه ھئڻ ڪري ڪو حادثو ٿي پئي!“ مون ناڻي جي ڳوٿري، جنھن ۾ قريباً ھڪ ھزار دينار پيل ھئا. سا ھن جي حوالي ۾ ڏني. ميزبان اھا امانت پنھنجي حوالي ۾ ورتي ۽ آءٌ ھنڌ تي بيفڪر ٿي سمھي پيس.
اڃا ھڪ لمحو مس گذريو ھوندو، ته دل ۾ خيال آيم ته ھيءَ ڪھڙي بيوقوفي ۽ بيپرواھي ھئي جيڪا مون کان ظاھر ٿي آھي، جو ھڪ بيگاني شخص کي، جنھن کي اڄوڪي رات کان اڳي ڪڏھن به نه ڏٺو اٿم ۽ جنھن جي احوال جي ڪابه خبر نه اٿم، تنھن کي ھزار دينارون جو بنا ڪنھن دستاويز ۽ شاھدن جي ڏئي ڇڏيم! جيڪڏھن سڀاڻي خيانت ڪري انڪار ڏئي ڇڏيم! ته پوءِ ڪھڙيءَ حجت جي مدد سان اھا رقم وصول ڪري سگھندس! زماني جي خلق اڄڪلھ اھڙي بي ديانت ۽ حق ناشناس آھي، جو مال حاصل ڪرڻ واسطي پائر به ھڪبئي ۾ فريب ڪرڻ کان نٿا رھن، ۽ پٽ به پيءُ کان اھڙي ڏيتي ليتي واسطي حجتون ۽ شرط وٺن ٿا! ھن بي احتياطي جي چٽنگ، منھنجي دل ۾ بيقراريءَ جي باھ کي ٻاري وڌو، تنھنڪري بي محابو ٿي، جاءِ

ڪان ٻاهر نڪري هن شخص کي سڏ ڪيو ۽ چيو مانس ته ”جيڪڏهن توکي تڪليف نه ٿئي ته منهنجي امانت مون کي آڻي ڏي، جو منهنجو ان ۾ ڪم آهي.“ هن شخص امانت آڻي منهنجي حوالي ڪئي ۽ مون اهو ناڻو وٺي جاءِ ڪان ٻاهر زمين ۾ پوري ڇڏيو ۽ پوءِ موٽي اچي هنڌ تي سمهي پيس.
ٿوريءَ دير کان پوءِ، جنهن ڪوٺيءَ ۾ ميزبان پنهنجي زال سان سمهيو پيو هو، تنهن مان مون کي ڳالهائڻ جو آواز ڪن تي پيو. آءٌ در جي پٺيان بيهي ٻڌڻ لڳس ته زال مڙس کي عتاب ڪري پئي چيو ته ”او بيعقل! چڱو ائين ٿيندو جو تنهنجو نالو احمق ۽ بيوقوفن جي ياداشت ۾ پهرين پهرين لکڻ گهرجي. هيءَ ڪيڏي نه وڏي خطا آهي، جيڪا تنهنجي نامسعود خيالن جي ڪري توکان صادر ٿي! هڙئي نعمت، جا هن مدت اندر ڪنهن به شخص کي حاصل نه ٿي هوندي ۽ غيب جي پردي مان توکي نصيب ٿي، جو هڪ مسافر شخص رات جي وقت بنا دستاويز ۽ شاهدن جي ناڻي جي ڳوٿري آڻي توکي ڏني، جنهن مان اسين هوند سالن تائين خوش گذران ڪري سگهون ها. توکي ڪهڙو امر مانع ٿيو، جو اهڙيءَ نعمت جو قدر نه ڪيئي، ۽ اهڙي گنج ڪان ڇاڻي واڻي منهن ڦيرائي ڇڏيئي، جڏهن اڌ دينار ڪمائڻ واسطي قسمين قسمين زحمتون ڪڍين ٿو ۽ طرحين طرحين سختين جو زهر چکين ٿو. هن واقعي ۾ هي تمام ناصواب ڪم ڪيئي. حقيقت ۾ توکان هيءَ تمام وڏي خطا عمل ۾ آئي آهي.

هن شخص زال جي ڳالهين ٻڌندي ڪاوڙجي چيس ته ”اي بيوقوف، جنهن مدت کان منهنجي گهر جي دائري ۾ پير رکيو اٿئي ۽ انهي مدت ۾ جيڪو نصيحت ۽ وعظ جو ٻج تنهنجي ڪلراٺي زمين ۾ پوکيم تنهن مان تنهنجي اڻنگن لچڻن جي ٿوهن کان سواءِ ڪجهه به نه ڄائو آهي. توکي شرم نٿو اچي جو عقل ۽ هوش جو پردو لاهي، هڪ طرف ڪٽي ڦٽو ڪيو اٿئي ۽ هڙين بيهودين ڳالهين ۽ ڪوڙن ويچارن سان مون کي ۽ پاڻ کي رنج ڏئي رهي آهين! هيءَ جوانمردي ۽ شرافت نه آهي جو مسافر جي ناٽي کي پنهنجي نفع پهچائڻ لاءِ، خداشناسي ۽ عاقبت انديشي جي روشن راهه کان اکيون ڍڪي، هن جي امانت ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪريون. مهمان سان مهربانيءَ جي طريقي جي خلاف پيش اچڻ بلڪل بيمروتي آهي، اهو ڪنهن به مذهب ۽ ملت ۾ روا نه آهي. حق جل و اعليٰ ڳجهن جو ڄاڻندڙ آهي ۽ سڀڪنهن عمل جي نتيجي واسطي عدالت جي قانون موجب عمل ڪري ٿو. ڪنهن بيگناهه جي باري ۾ شيطانيءَ فڪر ڪرڻ لاءِ، دنيا ۽ آخرت ۾ شرمساري ۽ پشيمانيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. الله تعالي جي خزاني ۾ گوناگون ۽ بيشمار عطائون آهن، ۽ هو هر هڪ ماڻهوءَ کي جنهن نعمت واسطي لائق ۽ مستحق سمجهي ٿو، بنا گهرڻ جي عطا ڪندو آهي.

ڪنهن به فتني جو ٻج، جي نيت جي ٻنيءَ ۾ پوکيندينءَ ته سواءِ نقصان جي ڪجهه به حاصل نه ڪندينءَ،

جيڪي تون ڪندينءَ ته جهان به توسان ساڳي هلت ڪندو.
ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ پيري، ڪو شخص گهر ۾ ويٺو هو ۽ هٿ ۾ ڪاٺي هيس. اتفاق سان اوڏيءَ مهل هڪ ماڪوڙي گهڻي تلاش ۽ ڪوشش سان، داڻو هٿ ڪري وات ۾ کنيو پي ويئي. هن شخص ڪاٺيءَ کي ماڪوڙيءَ جي طرف سيريو، جنهنڪري ماڪوڙي ٻپ کان داڻو وات مان ڪيرائي، بنا مقصد حاصل ڪرڻ جي هلي وئي. انهيءَ شخص کي ٻني هئي، جنهن جي پيدائش تي پنهنجي گذران جي شمع کي روشن ڪندو هو. ٻنيءَ جي پيدائش لڻي صفا ڪري رکي هئائين، ۽ ارادو هوس ته جلد کرو کڻي ويندا سون. ٻن ڏينهن کان پوءِ هاري اچي خبر ڏنيس ته ”ڪالهه ٻارِ کي اوچتو باهه لڳي ويئي ۽ سمورو اَنّ سڙي خاڪ ٿي ويو، هڪ داڻو به نه بچيو-“ هن شخص جڏهن غور ڪيو، تڏهن سمجهائين ته هن ماڪوڙيءَ کي جيڪو نقصان پهچايو هوم، ان سبب ڪري منهنجيءَ پيدائش کي هي خلل پهتو آهي.
اي زال، حق سبحانه و تعالي پنهنجي نعمت جي گنجخاني مان هر ذي حيات واسطي رزق جو در کولي رکيو آهي، جنهن مان هر روز سواءِ تڪليف جي سڀڪنهن کي ملي وڃي ٿو. ان ۾ اها گنجائش نه آهي ته ڪو ماڻهو، خصوصاً پنهنجي نفعي واسطي حرص جو نُنهن ٻئي جي مال ۾ هڻي ڪڍي. مسلمانيءَ جي لاف هڻي اهڙا کوٽا ڪم ڪرڻ ڪري، پنهنجو ڪم نالو

سعادتمندي ۽ نيڪبختيءَ جي شمار مان ڪڍي، گنهگارن ۽ بدڪارن جي جماعت ۾ داخل ڪرڻ، ڪهڙي عقلمندي آهي! هن زال کي جيئن ته ناڻي جي محبت دل ۾ ويهي ويئي هئي، تنهنڪري اهي ڳالهيون فضول سمجهي پنهنجي مڙس کي چيائين ته ”انهن ڳالهين تي مون کي ڪڏهن به اعتماد ڪونه هو ۽ نه ٿيندو. غيبي عطائون جيڪي چوين ٿو سي اهڙيون شيون نه آهن، جي تنهنجن پيرن سان رڙهي اچن. اهو ته ڪڏهن به ڪنهن نه ڏٺو ته جبرائيل آسمان مان ڪا ناڻي جي ڳوٿري يا مال آندو هجي! دنيا عالم اسباب آهي ۽ هن قسم جا وسيلا ۽ رستا غنيمت سمجهڻ گهرجن. هڙو شڪار جو ڪنهن به ڪوشش کان سواءِ پنهنجن پيرن سان هلي شڪاريءَ جي گهر ۾ اچي ۽ صحيح سلامت ٻاهر هليو وڃي ته اها وڏي بي همتي آهي.
”مفلسي ۽ تنگي اشارو ڪري رهي آهي ته جڏهن اڄ رات جو ڪو به هن حال کان واقف نه آهي، تڏهن هن جوان کي قتل ڪري، هن جو ناڻو، سامان، گهوڙو ۽ هٿيار پنهنجي تصرف ۾ آڻيون ته جيئن ڪجهه ڏينهن تائين اسان جي گذران جو ذريعو ۽ اسان جي راحت جو وسيلو ٿئي.“ مڙس چيس ته ”اي زال، ائين نه چؤ، بيدين به پنهنجي قلب جي ڪاروائيءَ هوندي مهمان جي رعايت ڪندا آهن، ۽ هڙن بڇڙي ڪم جا مرتڪب نه ٿيندا آهن. هن قسم جي بيباڪي جي محروم ۽ پري ٿيڻ جو باعث آهين.“ جڏهن زال ڏٺو ته مڙس ساڻس هن ڳالهه ۾ شامل راءِ نٿو ٿئي، تڏهن ماٺ ڪري ويهي رهي.

مون جو هن زال کي هن وسوسي جي هنگامي ۾ سرگرم ڏٺو ۽ مشاهدو ڪيم، تنهنڪري ڏپ ۽ خوف ٿيم ته مبادا حادثي جي خاڪ منهنجي عافيت جي دامن تي پئجي وڃي، سو هڪ وڻ تي چڙهي ويس ۽ ان جي گهاٽين ٽارين ۾ لڪي ويهي رهيس. قضا سان هن زال کي اڳين مڙس مان هڪ پٽ هو جو شرارت ۽ بدڪرداريءَ ۾ ابليس لعين جي برابر هو ۽ بڇڙن ڪمن جي پٺيان خطاڪاري ۽ گنهگاري جي رستي تي سرگردان رهندو هو. اڪثر وقتن تي، هن کان ماڻهن جي مال ۽ جان کي وڏا نقصان پهچندا هئا، ۽ سيڪنهن ناصواب ڪم جي پٺيان بيباڪيءَ سان ڊوڙندو وتندو هو.اتفاق سانءَ انهي رات به هميشه جي عادت موافق، نفس خطاڪار جي اشاري تي فتني ۽ فساد جي نيت سان، گهر کان ٻاهر نڪري ويو هو ۽ اڌ رات جو مستيءَ ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾ گهر موٽي آيو ۽ مهمانخاني ۾ داخل ٿيڻ سان، هنڌ وڇايل ڏسي، منهنجي جاءِ تي بيخودي ۽ مدهوشي ۾ سمهي پيو.

جڏهن گهر جو مالڪ ننڊ ۾ سمهي پيو تڏهن اها زال، هن جي بيخبري ۾ گهر مان ٻاهر نڪتي ۽ هڪ پٿر هٿ ۾ کڻي، منهنجي مارڻ جي ارادي سان ڪوٺي ۾ اندر لنگهي آئي. اچڻ سان اهو پٿر اهڙي ته زور سان هن جي مٿي تي هنيائين جو هن جي زندگي جو آکيرو پڃي ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو ۽ هن جي حياتي جو پکي موت جي پروازگاه ڏانهن اڏامي ويو. هن زال ڪيتري به ناٽي جي ڳوٿري جي ڳولا ڪئي، مگر ان جو ڪوبه پتو

معلوم نه ٿيس ۽ پريشان حال سان موٽي گهر ويئي ۽ مڙس کي جاڳائي انهيءَ واقعي کان خبردار ڪيائين. هن شخص افسوس جا هٿ ملي چيس ته ”اي نالائق، هن وڏي گناهه جي پٺيان بازپرس به وڏي
آهي. آخر پنهنجي سرڪش نفس جي چورت تي، پاڻ کي وڏي حادثي جي کُن ۾ اڇلائي وڌئي! ڏسجي ته هن مان ڪهڙا گل ٿا ٽڙن، ۽ هن واقعي جو وڻ ڪهڙو ڦل ٿو پيدا ڪري!“ زال چيس ته ”هي وعظ ۽ نصيحت جو وقت نه آهي، اٿ ته ناٽي جي ڳوٺڙي ڳولي، هن جوان جي لاش کي دفن ڪرڻ جي تجويز ڪريون. چاڪاڻ ته صبح جلد ٿيڻ وارو آهي، مبادا هي راز کلي پوي ۽ رسوائي ٿئي، ۽ هن فتني جي باهه ٻرڻ لڳي.“ پوءِ ٻتي ٻاري، مڙس سان گڏجي ٻاهر آئي، جڏهن ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿي، تڏهن سوجهري تي پنهنجي پٽ کي ڏٺائين جو فنا جي سمنڊ ۾ غرق ٿيو پيو هو. پوءِ ته گريبان ڦاڙي دانهون ڪرڻ لڳي. سندس مڙس کلي چيس ته ”هاڻي افسوس ۽ پشيمانيءَ ڪرڻ مان ڇا ورندو؟ سيڪنهن ڪم جي شروعات ۾ ان جي پڇاڙي جو ويچار ڪرڻ ضروري آهي.“ قصو ڪوتاهه، ته ٻنهي رات جو قبر کوٽي، پٽ کي دفن ڪيو. پوءِ زال گهر ۾ وڃي پٽ جي موت جي غم ۾ پنهنجي مٿي کي ايتريقدر زمين تي هنيو جو پاڻ کي ماري وڌائين. جڏهن صبح ٿيو تڏهن آءٌ وڻ تان هيٺ لهي آيس ۽ وڃڻ جي فڪر ۾ هوس ته گهر جو مالڪ گهر مان ٻاهر نڪري آيو. مون کي چيائين ته ”مون کي معاف ڪج، جو مون کي هڪ عجيب واقعو

پيش آيو آهي، جنهنڪري تنهنجي خدمت ۾ دير سان آيو آهيان. اگرچ انهيءَ سبب جي ڪري مون کي نهايت پشيماني ٿي آهي، پر تڏهن به هن مڪان تي تنهنجو اچڻ ڪيترين برڪتن ۽ فائدن جو باعث ٿيو آهي، جو هن نابڪار زال ۽ هن جي خطاڪار پٽ جي وجود نامسعود کان، جيڪي گمراهيءَ ۽ مردم آزاريءَ جي ميدان جون ممون هيون، تن کان نجات حاصل ڪئي اٿم. هنن کان مون کي وڏيون زحمتون پهچنديون هيون، ۽ ڪڏهن به آرام سان وقت نه گذرندو هوم. منهنجي احوال جي پڳل عضون جو تدارڪ تنهنجي موجودگي جي موميائيءَ سان ٿي ويو آهي، ۽ هڙيءَ سخت مصيبت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيم- رات، هوءَ خطاڪ بدخُوءِ پنهنجي ڪوڙي فڪر جي ڪمان تي زه چاڙهي، انهيءَ خيال ۾ هئي، ته بيداري جي تير سان تنهنجي جان کي خلل پهچائي، مگر ايزدي عنايت سان هوءَ پنهنجي بدنيتي جي اونهي کوهه ۾ پنهنجي پٽ سان ڪِري، جو پڻ خلل آزاري ۾ هن کان گهٽ نه هو، تنهن کي به هن جهان جي تختي تان پاڻ سان گڏ هميشه لاءِ ميٽي ويئي. هاڻي مهرباني ڪري اچوڪو ڏينهن به هتي ترس ته جيڪو خدمت جو حق آهي سو بجا آڻيان، ڪو مناسب رفيق به پيدا ٿي پئي، جنهن سان گڏجي تون اڳتي روانو ٿين. متان انهيءَ ناٽي جي سببان رستي ۾ توکي وري به ڪو حادثو پيش اچي! جواب ڏنومانس ته ”جيڪو ماڻهو سچائيءَ راهه کان نٿو ڦري، تنهن کي هرگز خلل پيش نٿو اچي ۽ سپڪنهن رستي ۾ رحمت الاهيءَ جي

نگهباني ڪافي آهي مون کي ڪنهن به همراه جي گهرج ڪانهي، منهنجا رفيق فلاڻيءَ منزل تي منهنجي واسطي منتظر ويٺا هوندا. موٽڻ وقت انشاالله تعالي ملاقات اچي حاصل ڪندس. آءٌ پوءِ هن کي ٿورا دينار ڏيئي، اڳتي روانو ٿيس.

هن ڳالھ جي اصلي مدعا هيءَ آهي ته زندگانيءَ ۾ جيڪي ناتجربيڪار ماڻهو آهن، تن کي هن مان سبق وٺڻ گهرجي. نفساني خواهشن کي رد ڪري پنهنجي عافيت ۽ نيڪناميءَ تي نظر رکي، پاڻ کي نفس طامع جي وسوسي ۽ دغا کان، حادثن جي کوھ ۾ ڪرڻ کان بچائي، بي اعتبار دنيا حاصل ڪرڻ واسطي فريب جو دام نه پکيڙجي. چاڪاڻ ته چڱن ۽ بچڙن عملن جو بدلو هر وقت ملڻو آهي.جيڪڏهن پائئين ته ٻنهي جهانن جي سعادتن جو ميوو کائين ته فياض ٿي، ۽ ڪنهن به انسان کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش نه ڪر. نيڪ نيت ۽ چڱا اُهي ماڻهو آهن، جيڪي رات ڏينهن خدا جي خلق جي خيرخواهيءَ ۾ آهن ۽ هنن جي زندگي ۽ معاش کي پنهنجي زندگي ۽ معاش سمجهي، هنن کي پنهنجن پائرن بجاءِ چاڻن ٿا ۽ ڪنهن به دل جي شيشي کي سختيءَ جي پٿر سان نٿا پچن، ۽ نه ظلم ۽ تعدي جا ڪنبا، اگهاڙن پيرن وارم ۽ عاجزن جي رستي تي ڪنهن دردمند جي عضون ۾ فقط سئي هٽبي ته سگهو ئي خدائي انتقام جي ترار سان، جان کي نهايت خوفناڪ زخم پهچندو. عبيد ڪرماني ۽ خواجه حسن تاجر وانگر خطا ڪاري جي کوھ ۾ ڪريو، پوءِ نيڪو ڪاريءَ جي باغ مان راحت

جي گل جي بوءِ، دماغ تي هرگز نه پهچندي. هنن جي حقيقت هن طرح آهي:

اڳئين زماني ۾ عبيد نالي هڪ شخص ڪرمان ۾ رهندو هو. هو هميشه بدخوئي ۽ بيباڪي جو سبق، شيطاني مڪتب ۾ سکندو هو ۽ هن جي شرارت ۽ ناپاڪيءَ جي شعلي کان خاص ۽ عام جي راحت جي پوک سڙي ويندي هئي. ڪڏهن به بدخلقيءَ جي ناهموار ميدان مان قدم ٻاهر رکي، ڪنهن انسان سان موافقت ۽ اهليت جي گلستان ۾ صحبت نه ڪندو هو. جيسين ستمگاريءَ ني نقصانڪار غذا سان چپ آلا ڪري سگهجي، تيسين ماڻهپي ۽ انسانيت جي دسترخوان تان هڪ لقمو به نه کڻندو هو. اتفاق سان هن کي هڪڙي صالح ۽ پرهيزگار زال هئي، جا رات ڏينهن عصمت جي چار ديواريءَ اندر مڙس جي تابع فرمان رهندي هئي، ۽ هڪ لمحو به هن جي فرمانبرداريءَ ۽ سازگاريءَ کان منهن نه موڙيندي هئي. هو نابڪار بدڪار، هميشه ترش روئيءَ ۽ درشت گوئيءَ سان هن زال جي حياتي زهر ڪري هردم بهانا پيو ڳوليندو هو ۽ وسيلا پيو تيار ڪندو هو ته هن جي دل طعني ۽ تهمت جي خنجر سان زخمي ڪري. هڪڙي ڏينهن اهو ابليس سيرت شخص، گهر ۾ آيو. ان وقت هن جي مغز ۾ شرارت جي سرسام جو بخار چڙهي ويو هو تنهنڪري بنا سبب، پنهنجي زال کي مٿي تي پٿر هڻي ڪڍيائين، ۽ هوءَ غريب بيگناهه، ان پٿر جي لڳڻ سان مري ويئي. ٿوريءَ دير کان پوءِ،

جڏهن ڪاوڙ لٿيس ۽ غور جي اکين سان انهيءَ واقعي تي نظر ڪيائين، تڏهن ڇاتائين ته مون کان وڏي خطا سرزد ٿي آهي، پوءِ دل ۾ چيائين ته جلد ان جي تدبير ڪرڻ گهرجي، متان هن مان خرابي ۽ رسوائي ٿئي. تنهنڪري پريشان حال سان ٻاهر نڪتو، گهر جي در تي فڪر ۾ ويهي رهيو. حيران هو ته هي راز ڪهڙي دوست ۽ ڪهڙي مشفق سان بيان ڪريان، ۽ هن هنگامي جي چاڪ کي ڪهڙي چاري جي سئيءَ سان سبان! اتفاق سان خواجه حسن تاجر، جو پيرسن شخص هو ۽ ان شهر جي سيٺي تاجرن کان مشهور هو، سو انهيءَ رستي کان اچي لنگهيو. هن شخص سندس نزديڪ وڃي انهيءَ واقعي جو احوال ٻڌايو، ۽ هن کان صلاح گهريائين ته مون کي ڪو رستو ڏيکار جو هي مقدمو سهوليت سان منهنجي گردن تان دفع ٿي وڃي؟ خواجه حسن ٿوري تامل ويچار کان پوءِ چيس ته ”هن معاملي جو علاج هيءُ آهي ته ”ڪنهن بيگاني جوان کي به گهر ۾ وٺي وڃي قتل ڪر، ۽ پوءِ فرياد ڪر ته پنهنجي زال کي بيگاني مرد سان ڏٺم، تنهنڪري ٻنهي کي قتل ڪري ڇڏيو اٿم. اهڙيءَ صورت ۾ تنهنجا پاڙيسري انهيءَ حال جا شاهد ٿيندا ۽ شايد انهيءَ وسيلي پنهنجي جان بچائي سگهين!“ هو ناعاقبت انديش، هڙي بچڙي ڪم جي صلاح هن کي ڏيئي پاڻ روانو ٿي ويو. هو بي سعادت شخص، پنهنجي گهر جي دروازي تي منتظر رهيو ته ڪو جوان لنگهي ته ان جو ڪم تمام ڪري.

# اخلاق حميده

## ميرزا علي نواز بيگ

هڪ لمحي ڪان پوءِ، هڪ جوان انهيءَ رستي تان اچي لنگهيو. هِن اڳيان وجي سلام ڪيس ۽ خيرو عافيت پڇڻ ڪان پوءِ چيائينس ته ”اي جوان، طعام لذيذ تيار رکيو آهي، تنهائيءَ جي ڪري ڪنهن رفيق هٿ ڪرڻ لاءِ مدت ڪان منتظر ويٺو آهيان، تنهنڪري جيڪڏهن مون سان هلي گڏجي کائين ته تنهنجي نهايت مهرباني ٿيندي؟“ هن جوان ڪيترو به عذر ڪيو، پر هو وڏيڪ منت ڪرڻ لڳس ۽ گهڻا ئي حيلا ۽ بهانا پيش ڪري، هن کي گهر ۾ وٺي ويو ۽ در کي مضبوط بند ڪري هن جوان جي حياتيءَ جي ڌاڳي کي ظلم ۽ حق ناشناسيءَ جي ڪئنچيءَ سان ڪتري ڇڏيائين. پوءِ ان کي زال جي پاسي ۾ سمهاري، وري ٻاهر نڪري آئيو ته پاڙيسرين ۽ راهگزرن کي هن حال مان واقف ڪري.

خواجه حسن به انهيءَ مهل اتان ڪو اچي لنگهيو، ۽ هي مردود هن جي استقبال واسطي ڊوڙي ويو ۽ چيائينس ته ”اي پير روشن ضمير، تنهنجي عمديءَ تدبير موجب عمل ڪيو اٿم، تنهنڪري تون به هلي ڏس.“ ٻئي ڄڻا

اندر گهر ۾ لنگهي ويا. اتفاق سان اهو مقتول جوان، خواجه حسن جو پٽ هو! جڏهن خواجه حسن جي نظر پنهنجي پٽ جي لاش تي پئي، تڏهن گريبان ڦاڙي، خاڪ مٿي ۾ وجهي پٽ جي غم ۾ ايتريقدر مٿو زمين سان هنيائين، جو سندس حياتي جي بهار کي نيستي جي خزان ڪومائي، بدنيتيءَ جي سزا کي پهچائي ڇڏيو.
قضا سان هڪ پاڙيسري جي گهر مان جن گمراهه جي گهر ۾ سوراخ هو ۽ پاڙيسريءَ جي زال شروع کان آخر تائين، اها ماجرا ڏٺي هئي. جڏهن سندس مڙس گهر ۾ آيو، تڏهن هن کي سجهي قصي کان آگاهه ڪيائين. جيئن ته انهيءَ پاڙيسري کي هن بدبخت سان پراڻو وير هو ۽ هن جي پاڙي ۾ رهڻ ڪري هميشه تڪليف سان گذاريندو هو، تنهنڪري هڪ گهڙيءَ ۾ هن ماجرا جو سچو حال شهر جي حاڪم کي وڃي ٻڌايائين. ان بدنفس شرير جي بدافعالن جو حال حاڪم جي ڪن تي اڳيئي پهتل هو، تنهنڪري حڪم ڏنائين ته ”هن کي قتل ڪري، هن جو هر هڪ عضوو، هر هڪ رستي تي ٽنگي ڇڏجي ته سڀني اهڙن خطاڪارن واسطي مثال ٿئي.“ خواجه حسن، جنهن اهڙي بدصلاح هن ظالم کي بئي ماڻهوءَ جي باري ۾ ڏني، تنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو اها مصيبت سندس مٿان پيئي، ۽ پنهنجي بدڪرداريءَ جي طلسم ۾ گرفتار ٿيو. هو نابڪار، جنهن پنهنجي بيگناهه زال کي خون ڪيو، سو به پنهنجي نفس اماره جي شرارت جي اونهي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو.

خير انديش ماڻهو پنهنجي نيڪو ڪاريءَ جي جواهرن کي سهڻن لچڻن جي ڏاڳي ۾ پُوئي شيرين زبان سان خاص ۽ عام جي تارونءَ کي مٺو ڪن ۽ آب حيات وانگر سيڪنهن مزاج سان موافق ٿي، تندخوئي ۽ درست طبعيءَ جي نشتر سان ڪنهن به نيڪ يا بد جي راحت کي زخمي نٿا ڪن، ڇاڪاڻ ته خلق جي دل، غيبي انوارن جي نزول جي جاءِ ۽ ڳجهن اسرارن جو خزانو آهي.

دوستن سان شفقت ڪرڻ ۽ مخالفن سان مروت ۽ مهربانيءَ سان پيش اچڻ، ٻنهي جهانن جي خيريت جو باعث آهي. ڇاڪاڻ ته ان ڪري دوستن جي محبت آهستي آهستي ٻيڻي ٿي ويندي، ۽ خصومت جو غبار مخالفن جي دل جي آرسيءَ تان محو ٿي ويندو. جيڪو غافل ڪنهن دل کي ظلم سان زخمي ڪري ٿو، سو عنقريب پنهنجي عافيت جي جگر کي، بدلي جي تيز ترارن جو نشانو بنائي ٿو، ۽ جيڪو بيخبر نقصان ۽ خلل جا ڪنڊا، اگهاڙن پيرن وارن جي رستي تي وڇائي ٿو، تنهن جي اقبال جو گلزار، جبار حقيقي جي قهر ۽ غضب جي خزان سان سڪي وڃي ٿو. جيڪي ماڻهو مهر ۽ محبت جي ماکيءَ سان، خلق جي راحت جي تارونءَ کي مٺو ڪن ٿا، سي ئي خردمند ۽ هوشيار آهن، ۽ نيڪوڪاريءَ جي سهڻن اطوارن سان سينگاريل آهن ۽ نجات ۽ ڇوٽڪاري جا مستحق آهن. جيڪي ماڻهو دولت ۽ عزت جي غرور ۾ پرجي، پنهنجي نفس پليد کي بلنديءَ تي چاڙهي، خلق الله سان ظلم ۽ زبردستي ڪن

ٿا، سي انهن غريبن ۽ ضعيفن جي آهُن جي اثر سان، خداوند عالم جي قهر ۽ غضب کي چوري، پنهنجي دولت ۽ حياتيءَ کي ائين ناس ڪن ٿا، جيئن فرعون ڪنهن غريب زال جي بددعا سبب، پنهنجي بادشاهيءَ ۽ حياتيءَ کي برباد ڪيو هو.

ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن فرعون مردود، گمراهيءَ جي سلسلي کي سرڪشيءَ ۽ نافرمانيءَ سان سنڀالڻ لڳو ۽ نفس اماره جي هوا ۽ هرس موجب شرارت جو قدم، بدبختي جي ميدان ۾ رکيو، تڏهن حڪم ڏنائين ته ”نيل درياءُ جي ڪپ تي اهڙي محلات تيار ڪئي وڃي، جنهن جون تجليون سج سان همچشمي جي دعوا ڪن، ۽ آسمان جي بلنديءَ سان برابري ڪري ڏيکارين.“ هر روز چار سؤ هوشيار ڪاريگر، هزارن مزدورن سان انهيءَ محلات تي ڪم ڪندا هئا. ٺهراءُ ڪيو هئائين ته مصر جي شهر جو هر هڪ پاڙو، انهيءَ محلات جي ڪم ۾ مدد ڪري، ۽ هڪ پاڙي جا ماڻهو هر روز ڪم تي اچن.

هڪڙي ڏينهن هڪ پاڙي جو وارو آيو جنهن ۾ هڪ شخص رهندو هو جو مدت کان مفلسيءَ ۽ غربت جي ڪري پڇي ويو هو ۽ گهر ۾ هن جي حامله زال کان سواءِ، پيو ڪوبه ڪونه هو. اُها به بک ۽ فاقن جي ڪري، بلڪل ضعيف ٿي ويئي هئي. فرعون لعين جا ماڻهو، ان شخص جي ڳولا واسطي گهر تي آيا. جڏهن ان شخص کي نه ڏٺائون، تڏهن زور ۽ زبردستيءَ سان ان ويچاريءَ ڪمزور زال کي سندس مڙس جي عوض

۾ ڪم تي وٺي ويا. اتفاق سان ان زال جي حمل جو وقت انهيءَ ڏينهن تي پورو ٿي ويو هو. جڏهن ڪم تي پهتي، تڏهن هن کي بار ڄمي ويو هو. هن کي انهيءَ حال سان سرن ۽ پٿرن کڻڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو، جيڪڏهن هن کي ڪجھ دير ٿي ويئي ٿي ته انهن حق ناشناسن، هن کي سخت دڙڪا ڏنا ٿي ۽ گهٽي تنبيھ ڪئي ٿي. اهڙيءَ حالت ۾ ڪم ڪرڻ جي ڪري هن زال کي نهايت تڪليف پهتي ۽ عاجز ۽ لاچار ٿي، درگاھ مجيب الدعوات جي طرف منهن ڪري، مناجات ڪيائين، ۽ چيائين ته ”اي خدا وند عالم، آءٌ تنهنجي بندي آهيان ۽ تون ڏسين پيو ته فرعون جا ماڻهو، تنهنجي بنديءَ تي ڪيتريقدر ظلم ۽ جبر ڪري رهيا آهن. آءٌ جيڪڏهن گنهگار آهيان، تنهنجي رحمت کان محروم آهيان، تنهنجي عذاب ۽ عقوبت جي مستحق آهيان، ته به هي بار بيگناھ آهي- تنهنجي ڪامل صفتن مان هڪ صفت عدالت به آهي، تنهنڪري اي عدل ۽ رحم جي مٿاهين تخت تي ويهڻ وارا! هن بيداديءَ جي انصاف لاءِ، ڪنهن کي فرياد ڪريان؟ منهنجي دل جي ناسور واسطي ڪو ملم موڪل جو بيوسيلن ۽ دل ڦٽيلن جو تون ئي مددگار ۽ نگهبان آهين.“ مطلب ته سانجهيءَ تائين قسمين قسمين زحمتون ۽ مشقتون ڪيائين، ۽ سج لهڻ کان پوءِ پنهنجي گهر موٽي ويئي.

هن ڳالھ کي ٿورائي ڏينهن ٿيا هوندا ته وقت اچي ويو، جو خداوند جبار جي غضب ۽ قهر جو درياءُ موجزن

ٿي، فرعون ۽ قبطين جي عمر ۽ حياتي جي ٻيڙي کي نيل درياءَ ۾ انتقام جي زوال سان نابود ڪري ڇڏيو.
انهيءَ قصي بابت تاريخ جي معتبر ڪتابن پڻ ۾ لکيل آهي ته ”هو بدبخت، درگاهه ايزديءَ جو تڙيل، قدرت جا اشاري سان پاڻيءَ جي رستي کان هميشه جي باهه جي عذاب ۾ داخل ٿي ويو. انهيءَ ڏينهن مصر جو ننڍو خواه وڏو، انهيءَ هنگامي جو تماشو نيل نديءَ جي ڪناريءَ تي ڏسڻ لاءِ آيو هو. اتفاق سان اها عورت به انهيءَ جماعت سان سير ڪرڻ لاءِ آئي هئي، ۽ درياءَ جي ڪپ تي گهمندي، هڪ هنڌ پهتي. اتي ڏٺائين ته ڪا شيءِ پاڻيءَ ۾ پيئي چمڪي. هڪ ٻگهيءَ ڪاٺيءَ سان انهيءَ شيءِ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ڏٺائين ته ماڻهوءَ جو مٿو آهي، جو ڌڙ کان جدا ٿيل آهي، ۽ ان جي سيڪنهن وار ۾ ڪيترائي جواهر پُوتا پيا آهن. هن زال، وارن مان سيئي جواهر ڪڍي، پنهنجي دامن ۾ گڏ ڪيا. انهيءَ وچ ۾ آواز ٿيس ته ”اي عورت، ڪن مصلحتن سبب، بعض ڪمن ۾ دير ٿئي ٿي، مگر ائين نه آهي جو اهي ڪم وسري وڃن. چاڪاڻ ته سڀني اطاعت ڪندڙن تي فيض جا دروازا کليل آهن، ظالمن ۽ گنهگارن واسطي عقوبت ۽ عذاب جو اسباب موجود ۽ تيار آهي. عدالت جو قاعدو، سيڪنهن باب ۾ محڪم، ۽ غور ۽ تحقيق جو ضابطو سيڪنهن چڱي خواه بچڙي عمل واسطي مقرر آهي. هي مٿو فرعون جو آهي، جنهن جي واسطي محلات تيار ڪئي ٿي ويئي. هن جي ننڍي ۾ ننڍي ملازم، توسان انهيءَ ڏينهن ظلم ٿي ڪيو ۽ تنهنجي لعنت جي

بجلي هن جي دولت ۽ زندگانيءَ جي پوک کي زوال جي باھ ڏيئي چڏي. هي جواهرات، جنهن جو هڪ هڪ داڻو بادشاهيءَ جو خراج آهي. سا تنهنجي انهيءَ ڏينهن جي مزوريءَ جو عوض آهي.“ ان زال، جواهر پنهنجي قبضي ۾ آندا ۽ جلد ئي سندس مڙس به مسافريءَ تان موٽي آيو. پوءِ هنن جي مفلسيءَ ۽ تنگدستيءَ جي ڪاري رات، بهبوديءَ ۽ آسودگيءَ جي روز روشن ۾ تبديل ٿي وئي.

هن ڳالھ جي مدعا هي آهي ته ظلم ۽ بيداديءَ جي ماڙيءَ جو بنياد پاڻيءَ جي مٿاچري تي آهي، ۽ مظلوم جي آھ جي هوا جي هڪ جهٽڪي سان، ان جي هستيءَ جو بنياد زير زبر ٿي وجي ٿو. حقيقت ۾ عمر ۽ زندگيءَ جي استقامت جي متاع جو نگهبان، خلق جي خوشنوديءَ ۽ خير جي دعا کان سواءِ ٻيو ڪجھ به ناهي. تنهنڪري ستم رسيدن جي آھ کان حذر ڪرڻ گهرجي، جو ان کان ظلم جو عالم نابود ٿي وجي ٿو. هن قول جي سچائيءَ کي خاقان چين ۽ قيصر روم جو مقدمو ثابت ڪري ٿو. جيڪڏهن غفلت جي ڪپہ، هوش جي ڪنن مان ڪڍبي ته پوءِ هن ڳالھ جي گل جي خوشبوءِ، تجربي جي دماغ کي معطر ڪري ڇڏيندي.

اها ڳالھ هن طرح آهي ته اڳئين زماني ۾ مشهور ٿي ويو هو ته مملڪت چين جا اڪثر بادشاھ وڏيءَ عمر جا ٿين ٿا، ۽ هنن مان ڪنهن به هڪ جي جوانيءَ جي بهار کي موت جي خزان ڪومائي نٿي سگهي، ۽ روم جي بادشاهن جي عمر جي چنڊ کي، ڪمال جي درجي کان

اڳ، موت جو گرهڻ اچي لڳي ٿو. انهن مان هڪ بادشاهه کي هن ڳالهه تي نهايت حيرت لڳي، ۽ ڪيتري به ڪوشش ڪيائين، مگر انهيءَ واسطي ڪو به سبب هن جي خيال ۾ نه آيو. تنهنڪري انهيءَ مشڪل جي حل ڪرڻ واسطي، چين جي بادشاهه ڏانهن خط لکيائين ته ”ثابت آهي ته توهان جي خاندان مان ڪنهن به هڪ کي جوانيءَ جي وقت زماني جي حادثن جو سيلاب ڪو خلل يا نقصان نٿو پهچائي، مگر اسان جي خاندان مان اڪثر جوانيءَ جي وقت ۾ حياتي پوري ڪري وڃن ٿا. جيئن ته هن ڪيفيت جي راز جي ڪا به خبر پئي نٿي سگهي، تنهنڪري قديم دوستي تي نظر رکي، خبر ڏيندا ته جيڪڏهن هن خزاني جو در، ڪنهن دعا جي ڪنجيءَ سان توهان جي عالي خاندان تي کُليو آهي، ته اها اسان کي به سيکاريندا يا جيڪڏهن هيءَ اميد ڪنهن دوا جي وسيلي حاصل ٿي سگهي ٿي ته ان مان اسان کي به حصو ڏيندا ته دستور موجب سپڪنهن باب ۾ محبت جي ماڙيءَ کي استقامت جي بلندي حاصل ٿيندي. خط ڪيترن تحفن ۽ هدين سان، ايلچيءَ جي حوالي ڪري، چين ڏانهن موڪليائين. جڏهن قيصر جو ايلچي، چين ولايت ۾ پهتو، تڏهن خاقان جي بارگاهه ۾ حاضر ٿي، خط ۽ سوغاتون عرض رکيائين. خاقان جي حڪم موجب ايلچي ۽ جيڪي ماڻهو ساڻس گڏ آيا هئا، تن کي شهر جي ٻاهران هڪ جاءِ ۾ لاٿائون، جنهن ۾ هڪ وڻ بيٺل هو. هڪ هفتي تائين هنن کي خرچ پکو ڏنائون ۽

تنهن کان پوءِ انهن کي بند ڪري ڇڏيائون، ۽ بلڪل وساري ڇڏيائون.
ايلچي گهڻيءَ مدت تائين جواب جي انتظار ۾ ويٺو ۽ جيڪي پاڻ سان آندو هئائين سو به کائي کپائي ڇڏيائين. ماڻهو جيڪي ساڻس آيا هئا تن مان گهڻا تنگي جي ڪري عاجز ٿي پچي ويا، ۽ ايلچي نهايت پريشان ٿيو. خط جي جواب لاءِ جيتريقدر تاڪيد ٿي ڪيائين، اوتريقدر بيتوجهي ٿي ڏنائين. نيٺ هڪڙي ڏينهن، خاقان شڪار جي ارادي سان اتان اچي لنگهيو ۽ ايلچيءَ رستي تي بيهي فرياد ۽ شڪايت ڪري، ڇوٽڪاري جي درخواست ڪئي. خاقان جواب ڏنس ته ”جنهن مڪان ۾ توهان کي لاٿو ويو آهي، تنهن ۾ جيڪو وڻ آهي سو جڏهن پاڙ سوڌو ڪِري پوندو، تڏهن توهان کي رخصت ڏني ويندي.“ ايلچي موٽي اچي پنهنجي دل ۾ چيو ته ”هڙو وڏو ۽ مضبوط وڻ، ڪهڙو امڪان آهي جو سالن تائين پاڙ کان پٽجي وڃي!“ پوءِ باقي جيڪي ماڻهو وٽس بچيا هئا، سي به انهيءَ حڪم ٻڌڻ کان ڏاڍا حيران ۽ پريشان ٿيڻ لڳا.
هڪڙي ڏينهن، انهيءَ وڻ جي فنا واسطي ڪمر ٻڌي، درگاهه مجيب الدعوات ۾ دعائون گهرڻ لڳا. هُو سڄي رات جو سمهندا به ڪين هئا. نيٺ هنن جي دعائن جو تير قبوليت جي نشاني تي پهتو – هڪ ڏينهن هوا نهايت زور سان لڳڻ شروع ٿي، ۽ هڪ ساعت ۾ اهو وڻ پاڙ کان پٽجي، هيٺ ڪِري پيو. ايلچي نهايت خوش ٿيو، خاقان جي خدمت ۾ وڃي حقيقت بيان ڪيائين ۽ خط جو

جواب گهريائين. خاقان جواب ڏنس ته ”انهيءَ وڻ جي ڪِرڻ جو واقعو قيصر جي خط جو جواب آهي، جو وڃي قيصر کي ٻڌاءِ، ۽ چوينس ته عمر جي چراغ جي روشنيءَ جو بقا، خير جي دعا سان وابسته آهي؛ ۽ حياتيءَ جو زوال ضعيفن ۽ مظلومن جي بددعا تي منحصر آهي. جيڪڏهن بادشاھ عدل ۽ انصاف جو قاعدو جاري رکي، خلق جي حال تي توجه ڏيندو ته ننڍو خواھ وڏو دل سان هن جي وڏيءَ عمر ۽ اقبال واسطي دعا گهرندو ته يقين آهي ته اهو دولت ۽ عمر جي فائدن ۾ ڪامياب ٿيندو، پر جيڪڏهن ظلم ۽ زبردستي جي باھ ٻاريندو ته خاص ۽ عام هن جي زندگانيءَ جي ماڙيءَ کي نگهوسار ڪرڻ لاءِ بددعا ڪندو، جنهن جو نتيجو اهو ٿيندو، جو جوانيءَ ۾ ئي سندس عمر جي پوک، زوال جي بجليءَ سان پائمال ٿي ويندي. توهين ٿورا ماڻهو فقط وڻ کي بددعا ڪرڻ ۾ مشغول ٿيئو، ته جلد ئي فنا جي ڪرٺ سان پاڙ کان ڪپجي ويو، پر جڏهن خدا جي بي انداز مخلوق ڪنهن جي واسطي بددعا ڪرڻ لاءِ ڪمر ٻڌندي ته پڪ آهي ته هن جي وجود جون اکيون، نيستيءَ جي غبار سان پرجي وينديون.“ ايلچيءَ کي خلعت عطا ڪري، گهڻو انعام ۽ اڪرام ڏيئي رخصت ڏنائين. هن موٽي وڃي سموري حقيقت قيصر کي شروع کان آخر تائين ڪري ٻڌائي.

هن ڳالھ جي بيان ڪرڻ جو مطلب هيءُ آهي ته سڀڪنهن عمل واسطي ان جو بدلو تيار آهي. خير انديش ماڻهن جي هميشہ اها نيت رهندي آهي ته زندگانيءَ جي

رستي ۾ احتياط جي دائري کان قدم ٻاهر ڪڍڻ نه گهرجي. متان نفسانيت جي بيابان جي ممن جي ور چڙهي گرفتار ٿي وڃجي، ۽ پنهنجي حال جي سلامتيءَ جو متاع ڪنهن نقصان ۽ ضرر جي آسيب کان سواءِ، رستگاريءَ جي بندر تي پهچائي ڇڏجي.
حقيقت ۾ داناءُ اهو ماڻهو آهي جو خدا تعاليٰ جي حڪمن کان واقف ٿي، سڀڪنهن شيءِ جي حسن ۽ قباحت کي غور ۽ تميز سان جاچي. هُن عاقل ريبار وانگي، نفس جي ڪتي کي پنهنجي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ ۾ آڻيندو ته سندس راحت جون رڍون، فيروزمندي جي چراگاهه ۾، بدڪرداريءَ جي بگهڙ جي آسيب کان محفوظ ۽ سلامت رهنديون.
ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي ڏينهن حضرت عيسيٰ عليه السلام، هڪ بيابان مان پئي ويو ته هن کي هڪ نوجوان سان ملاقات ڪرڻ جو اتفاق ٿيو، جو رڍن چارڻ ۽ انهن جي نظرداريءَ ڪرڻ ۾ مشغول هو. حضرت عيسيٰ چيس ته ”اي ريبار، يقين آهي ته خالقِ ارض و سما، انسان جي فرقي کي عبادت ۽ اطاعت واسطي پيدا ڪيو آهي، تنهنڪري جيسين ماڻهو علم حاصل ڪري، حق شناسي، معرفت ۽ واجب الوجود جي مسئلن کان واقف نٿو ٿئي، تيسين هن عالمي رتبي جو ڪو فائدو وٺي نٿو سگهي. جڏهن سڀئي خاص توڙي عام هن ڳالهه واسطي ڪوشش ڪندڙ آهن، تڏهن ڪهڙو سبب آهي جو باوجود اطاعت جي لافزني هٿندي به انسانيت ۽ حق طلبيءَ جي فيض کي جيئن حاصل ڪرڻ

گهرجي تيئن نٿو ڪرين، ۽ جانورن ۽ مرن وانگر پنهنجي پياري عمر، هن بيابان جي هيٺ مٿانهين تي هلڻ ۾ مصروف ٿو ڪرين. آخر خلق سان ميل ميلاپ ڇو نٿو ڪرين، جو پرهيزگارن ۽ نيڪن جي ملاقات جي سعادت، ۽ رهنمائيءَ سان آب حيات جي چشمي، ۽ ٻنهي جهانن جي برڪتن ۽ جاوداني درجن کي پهچي، ايزد ذوالاحسان جي گوناگون نعمتن کان ڪامياب ٿين؟، ريبدار جواب ڏنو ته ”اي نبي الله جا، جيڪي جيئي سو حق آهي. آءٌ ٿورا مسئلا ذات باريءَ جي معرفت جي قانون، ۽ بندگيءَ جي قاعدن جا سکيو آهيان، ۽ سڄي عمر انهن تي عمل ڪيو اٿم. انهن کان وڌيڪ ڪنهن به ٻئي مسئلي سکڻ جي مون کي ضرورت نه آهي.“ حضرت عيسيٰ پڇيس ته ”اهي ڪهڙا مسئلا آهن؟“ ريبدار جواب ڏنو ته ”پهريون هيءُ آهي جو پاڻ سان شرط ڪيو اٿم ته جيسين آءٌ جيئرو هوندس، تيسين نفس شوم جي راءِ موجب، قوت حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي آبرو نه وڃائيندس، ٻيو هيءُ ته هميشه سچ ۽ ايمانداريءَ جي رستي تي ثابت قدم رهندس، ۽ ڪوڙ ۽ خيانت سان پنهنجي چپن کي آلو نه ڪندس، ٽيون هيءُ ته حلال شيون ڪم آڻيندس ۽ حرام ۽ ناجائز شين کان پرهيز ڪندس، ۽ چوٿون هيءُ ته جيتريقدر ٿي سگهندو اوتري قدر خلق الله سان دوستي ۽ مروت سان ملندس ۽ خصومت ۽ دشمني اختيار نه ڪندس.“ حضرت روح الله چيس ته ”شاباس اي مرد عاقل! جيئن ته اڳيون ۽ پويون علم هنن ٿورن مسئلن تي مدار رکي ٿو،

تنهنڪري حقيقت ۾ جيڪي سچا ۽ پرهيزگار آهن، ۽ خدا تعاليٰ جي رضامنديءَ جا خواهان آهن، تن جي ديني علم، تهذيب ۽ اخلاق جي مراد ۽ مقصد، انهن ٿورن ئي مسئلن تي آهي.“
جيڪڏهن ڪنهن کي حق طلبي جي سفر واسطي، رستي جو توشو موجود آهي ته اهو البت پنهنجي وسعت موجب، اقليم سعادت جون منزلون طي ڪري، صحيح ۽ سالم منزل مقصود تي پهچي ويندو. جيڪڏهن عاقل مرد، نفسانيت جي پردي کان نڪري، انصاف جي مدبر جو سخن، هوش جي ڪنن سان ٻڌندو ته يقين آهي ته هن فاسق وانگر، جيڪو هن ٻار جي گفتگوءَ کان الوث ۽ گهريءَ ننڊ مان جاڳيو، ۽ بيخبريءَ جي مستيءَ ۽ جهالت مان هوشيار ٿي، عافيت ۽ چوٽڪاري جي بزمگاهه کي، تميز ۽ عاقبت انديشيءَ جي روشنيءَ سان تجلي ۽ سوجهرو بخشيائين. اها ڳالهه هن طرح بيان ڪئي وئي آهي ته:
اڳئين زماني ۾ شيراز جي شهر ۾ هڪ شخص رهندو هو، جو هميشہ نفس اماره جي اشاري موجب، فسق ۽ فجور ۾ گرفتار هوندو هو، ۽ پرهيزگاريءَ ۽ نيڪوڪاريءَ کان پاسو ڪندو هو. هُو سمورو وقت شقاوت ۽ خطاڪاريءَ ۾ گذاريندو هو، ۽ ڪڏهن به ڪو چڱو ڪم نه ڪندو هو، جيڪڏهن ڪنهن بچڙي ڪم ڪرڻ لاءِ هن کي وجهه ملندو هو ته چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ هرگز حرص نه ڪندو هو. اتفاق سان هن کي هڪ چوڪرو هو جو عقل ۽ شعور وارو هو، ۽ پنهنجو وقت

هميشه قابليت ۽ ڪمال حاصل ڪرڻ ۾ صرف ڪندو هو.
هڪڙيءَ رات جو پيءُ ڏٺس ته هنڌ تي بيقراريءَ سان پيو آهي ننڊ ۽ آرام بلڪل ڪونه اٿس. سپڪنهن وقت آهون پئي ڪيائين، ۽ اکين مان پاڻي پئي هاريائين. پيءُ جڏهن پٽ کي اهڙيءَ پريشانيءَ ۽ مصيبت ۾ ڏٺو، تڏهن چيائينس ته ”منهنجي اکين جا نُور، توکي اڄ رات ڇا ٿيو آهي، جو تنهنجي راحت ۽ قرار جو شيرازو ٽٽي پيو آهي، ۽ تنهنجي آرام ۽ چين جا ورق بي ترتيب ٿي ويا آهن، ۽ آه ۽ زاريءَ کان سواءِ پيو ڪجھ به ياد نه اٿئي؟“
پٽ هڪ آه ڪري چيس ته ”پنهنجي عاقبت واسطي حيران آهيان؛ ڇاڪاڻ ته سڀاڻي خميس جو ڏينهن آهي، مون کي گذريل هفتي جو سمورو ڪم استاد کي ٻڌائڻو آهي، تنهنڪري ٻچان ٿو ته جيڪي هن مون کي سيکاريو آهي، تنهن مان متان غفلت جي ڪري، ڪجھ منهنجي دل تان لهي ويو هجي ۽ پنهنجي رفيقن جي اڳيان استاد جي تنبيهه جي لائق، شرمندو ٿيان! انهيءَ انديشي جي ڪري منهنجو آرام ۽ راحت هلي ويئي آهي.“ پيءُ جڏهن هيءَ ماجرا ٻڌي، تڏهن اکيون مهٽي غفلت جي ننڊ مان جاڳي پيو ۽ چيائينس ته ”اي پيءُ جي جان، توکي هڪ هفتي جي سبقن بيقرار ڪيو آهي، پر مون ناخردمند ۽ خطاڪار جي حال تي افسوس آهي جو نفس جي چوڻ تي لڳي ڪئين سال گنهگاريءَ ۽ بڇڙائيءَ جي ڪمن ۾ گذاريو اٿم، ۽ هڪ چڱو ڪم نه ڪيو اٿم! هاڻي به بيهوشيءَ جي شراب ۾ غلطان آهيان، جو سڀاڻي

جي باز پرست جي متعلق موقعو نه اٿم. تنهنڪري حيران آهيان ته ايتري بار هوندي ڪهڙيءَ طرح هن خطري واري رستي تان، عقبيٰ جي منزل تي پهچي سگهندس!“ پٽ جي ماجرا، پيءَ کي سئينءَ راهه تي آندو، ۽ پنهنجن اڳين گناهن ۽ بدعملن کان پشيمان ٿي گريه ۽ زاري ڪرڻ لڳو. صبح جو سچي نيت سان توبہ ۽ استغفار پڙهي، بندگيءِ عبادت جي مصلي تي ويهي، خداوند کي ياد ڪرڻ لڳو، ۽ هڪ وڏو نيڪوڪار ۽ پرهيزگار ٿي پيو.

هن ڳالهه جو مطلب هيءُ آهي ته عالم اسباب جي واقعن کي، اجايو يا بيفائدو سمجهڻ نه گهرجي، پر سپڪنهن واقعي مان فائدو وٺڻ گهرجي. چاڪاڻ ته عقلمند ماڻهو پنهنجي شعور ۽ ڏاهپ سان، ٿوري ئي اشاري مان حقيقت حال معلوم ڪري وٺن ٿا، ۽ حقيقت حال جي پن مان هڪ وڻ تيار ڪري سگهن ٿا. چاڪاڻ ته سپڪنهن ڪيفيت جي سنگ مان فصل ۽ سپڪنهن احوال جي مکڙيءَ مان هڪ گلشن ظاهر ۽ هويدا ٿي سگهي ٿو. جيئن شيخ سعدي شيرازي فرمائي ٿو ته:

برگ درختان سبز درنظر هوشيار،

هرورقي دفتريست معرفت ڪردگار.

ڳالهه ٿا ڪن ته ابن سهيل، جو يمن جي مشهور علمائن مان هڪڙو هو، سو ان ملڪ جي هڪڙي اوباش جو پٽ هو. هن جي ننڍپڻ جي وقت ۾، سندس پيءُ هن کي کهنباتيءَ جي هنر سکڻ واسطي ويهاريو. ٿورا ڏينهن انهيءَ ڪم ۾ مشغول رهيو، پوءِ غور جي نظر سان

انهيءَ ڪم جي خصوصيات ڏانهن متوجهه ٿي، پنهنجي عقل سان معلوم ڪيائين ته جيڪڏهن ”استاد ڪنهن ڪپڙي کي وڏيڪ خوشرنگ ڏئي ٿو ته اهو پين ڪپڙن کان زياده قيمت وارو ٿئي ٿو.“ پوءِ پنهنجي دل ۾ خيال ڪيائين ته دنيا جا سڀيئي ڪم پنهنجن صفتن جي مقدار موافق سچاڻ ۾ اچن ٿا، ۽ سڀڪا پستي، بلندي جو نشان ڏئي رهي آهي. سڀڪنهن پيشي ۽ ڪم جي چڱائي ۽ بچڙائي، هنن ڪپڙن جي رنگن مان معلوم ڪري سگهجي ٿي. چاڪاڻ ته جن ڪپڙن کي سهڻا رنگ ڏيڻ ۾ اچن ٿا، سي وڏيڪ قيمت وارا ٿين ٿا. جيڪڏهن ڪو ماڻهو عالي فطرت علمن يا هنرن سکڻ ۾ بهرو وٺندو ته هن جي وجود جي متاع جو قدر، روزگار جي دڪان ۾ اعلىٰ درجي وارو ٿيندو ۽ ان جو اجورو به زياده ٿيندو. انهيءَ خيال تي گهڻو فڪر ۽ تامل ڪيائين. جڏهن رات جو گهر ۾ آيو، تڏهن پنهنجي پيءُ کان پڇيائين ته ”کهنباٽيءَ جي ڪم کان پيو ڪهڙو هنر بهتر آهي؟“ هن جواب ڏنس ته ”سوناري جو هنر“، چاڪاڻ ته سون ۽ چاندي جي وسيلي دنيا جا سڀيئي مقصد پورا ٿين ٿا ۽ سوناري کي هميشه سون ۽ چانديءَ سان ڪم آهي.“ پٽ چيس ته ”مون کي کهنباٽيءَ جي ڪم جو گهڻو شوق ڪونهي، تنهنڪري منهنجي طبع ٻئي ڪسب جي ڳولا ۾ آهي.“ ٻي ڏينهن پٽس سوناري جي دڪان تي چڙهي آيس. ٿورا ڏينهن سوناري جو ڪم ڪيائين، مگر انهيءَ ڪم سان به هن جي دل نه لڳي، تنهنڪري اهو پيشو به ڇڏي، وري اچي پيءُ کي چيائين ته ”منهنجي دل هن

ڪم ڪي به قبول نٿي ڪري.“ پيءُ هن کي ڪيترن هنرن ۽ ڏنڌن سکڻ واسطي چڙهيو، پر هن جي طبيعت جو ميل انهن مان ڪنهن به هڪ هنر ڏانهن نه ٿيو. نيٺ هن کي مڪتب ۾ موڪليائين. انهيءَ شغل جو ميلاپ هن جي ذائقي ۽ طبع جي موافق ٿيو، ۽ هو علم حاصل ڪرڻ ۾ دل و جان سان لڳي ويو، ۽ رفتي رفتي سڀني علمن مان ڪامل بهرو حاصل ڪيائين. هن جي قابليت ۽ ڪماليت انهيءَ حد کي پهچي ويئي جو پنهنجي وقت جي سڀني عالمن کان گوءِ کٽي ويو، ۽ زماني جي مشهور علمائن مان هڪ ليکجڻ ۾ آيو. هن ٻار جي واقعي مان سڀني کي تجربو حاصل ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ٻار جي شعور ۾ اهڙي تميز جي قدرت هجي ته پنهنجي عقل جي اکين تان پردو لاهي، پنهنجي تميز جي ڪنجيءَ سان ڪُلي ۽ جزي ڳالهين جا دروازا کولي سيڪنهن ڳالهه جي نيڪيءَ ۽ بديءَ کي معلوم ڪري سگهجي ٿو، ۽ ان جي وسيلي وڏي مرتبي کي پهچي وڃي ٿو. جيڪڏهن شڪاريءَ کي باز جي ڦاسائڻ جو مقصد آهي ته پوءِ غريب جهرڪيءَ جي شڪار جو قصد هرگز نه ڪندو. پر جيڪڏهن ڪندو ته اها بي همتي آهي يا بلبل وانگر گل سان موافقت جو موتي پوئڻ گهرجي ۽ باغ جي لطف سير جي ڪيفيت کان بهرو رٽجي، مگر چٻري وانگر سيڪنهن خرابيءَ ۾ ويهڻ، پس فطرتيءَ جو نشان آهي. مهربانيءَ ۽ مروت سان جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۽ دماغ کي فرحت پهچائي سگهجي ته بهتر آهي، مگر ڪنهن جي سيني کي دشمنيءَ جي

خنجر سان زخمي ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪجي. دنيا جي بي بقا مال ۽ اسباب جي حب جي واسطي، ڪنهن جي دولت جي برباديءَ تي ڪمر ٻڌڻ نه گهرجي. چاڪاڻ ته دنيا جي دولت کي بقا ڪونهي، يا ان کي چور ڪٽي ويندا يا وارثن جي اسراف سبب نابود ٿي ويندي. اهڙيءَ صورت ۾ دنيا ۾ سواءِ رنج ۽ شرمساريءَ جي، ۽ آخرت ۾ سواءِ باز پرس ۽ عقوبت جي ڪجھ به حاصل نه ٿيندو. حقيقت ۾ بيپرواهن ۽ غافلن کي تجربي جي اکين سان هن جواهريءَ جي بي انصافيءَ جو ملاحظو ڪري، تجربو حاصل ڪرڻ گهرجي.
اها ڳالھ هن طرح آهي ته اڳئين زماني ۾ تبريز جي شهر ۾، هڪ شخص رهندو هو جو اکين کان انڌو ۽ نهايت مسڪين هو. هميشه احتياجمندن ۽ مسڪينن سان گڏجي، ماڻهن جي درن تي پنڻ لاءِ ويندو هو. ۽ هميشه هيٺئين مضمون جو شعر هن جي زبان تي جاري هوندو هو:
هرڪه از جاده انصاف بگر داند روي،
سينه رو هدف تير حوادث گردد.
هڪڙي ڏينهن، پنهنجي هميشه جي دستور ۽ عادت موجب، شهر جي هڪ شاهوڪار ماڻهوءَ جي در تي ويو ۽ صدا ڪرڻ بعد اهو مٿيون بيت پڙهڻ لڳو. گهر جي مالڪ هن کي خيرات ڏيئي پڇيو ته ”مدت ٿي آهي جو تو کان اهو بيت ٻڌندو اچان، تنهنڪري ضرور اهو ڪنهن سبب کان خالي نه هوندو. انهيءَ ڪري آءٌ توکي

خداوند عالم جو قسم ڏيان ٿو ته انهيءَ ڳالهه جو راز مون کي ٻڌاءِ." انڌي فقير جواب ڏنس ته "هن ڳالهه بابت نه پڇ، چاڪاڻ ته هي سرگذشت ملال وڌائيندڙ آهي، ۽ ان جي بيان ڪرن سان منهنجي دل جو زخم تازو ٿيندو ۽ منهنجي آتش بار آهُن کان خلق جو صبر ۽ قرار چٽ ٿي ويندو: منهنجو وطن شام آهي. منهنجو پيءُ، پنهنجي استطاعت موجب ان ملڪ ۾ ريشم جو واپار ڪندو هو، ۽ انهيءَ ڪم ۽ پيشي ۾ خدا تعاليٰ جي حڪمن موجب، ايمانداري ۽ انصاف سان ڪم ڪري، پنهنجو گذران پيدا ڪندو هو. انهيءَ نموني جي برڪت سان هن جي حال ۽ اسطاعت کي رونق پهچندي ويئي، ۽ روزبروز مفلسي ۽ تنگدستيءَ جي اونداهي، تونگريءَ جي شمع سان روشن ٿيندي وئي. اهڙيءَ طرح رفتي رفتي هن وٽ گهڻي دولت گڏ ٿي ويئي، آخر انهيءَ پيشي کي جواهري جي پيشي سان بدلي ڪري، ڪن سوداگرن سان بحرين جي سفر تي روانو ٿيو. اتان تمام گهڻا موتي خريد ڪري موٽي آيو، ۽ پوءِ انهيءَ شغل ۾ مشغول ٿي ويو.

**(وڌيڪ پڙهو)**

# اخلاق حميده

## ميرزا علي نواز بيگ

روزبروز هن جي بخت جو ستارو زور ٿيندو ويو ۽ پنهنجي نيت جي صفحائيءَ جي برڪتن جي ڪري، سيپڪنهن طرف کان هن کي نفعو حاصل ٿيڻ لڳو. نيٺ هو ان شهر ۾ هڪ وڏو ماڻهو ليکجڻ ۾ آيو. جڏهن منهنجي پيءَ هيءُ جهان ڇڏيو، تڏهن هن جي بيشمار دولت منهنجي هٿ ۾ اچي ويئي. آءٌ به پيءُ وانگر بهبوديءَ ۽ فارغباليءَ جي دوڪان تي ويهي، انهيءَ شغل ۾ مشغول ٿي ويس. مگر حرص جو وڻ، ۽ مال جي حاصل ڪرڻ جي حب، منهنجيءَ دل جي زمين ۾ ڄمي ويئي ۽ دنيا جي محبت جي چنبي، احتياط ۽ خودداريءَ جي واڳ منهنجي هٿ مان زوريءَ ڪسي ورتي. آخر خريد فروخت جي معاملي ۾ بي ايماني ۽ ڪوڙ کي شريڪ ڪري، ڪم ڪرڻ شروع ڪيم. ڪيترو به پاڻ کي انهيءَ خطاڪاريءَ کان منع ڪيم ٿي. مگر نفس بي قناعت تي فتح پائي نٿي سگهيس. جيتوڻيڪ سج اڀرڻ کان اڳي بازار ۾ دوڪان کولڻ جي منع هئي، پر تنهن هوندي به هڪڙي ڏينهن صبح جو سپني کان اڳ بازار ۾ ويس ۽ دوڪان جو در کولي ڪپڙو وڇائي ويٺس ته هڪ شخص نهايت غريب مال

سان منهنجي دوڪان تي چڙهي آيو. خدا تعاليٰ جي شفقتن ۽ نعمتن جو شڪرانو ڪري، هڪ بي بها موتيءَ جو داڻو ڪيسي مان ڪڍي، مون کي چيائين ته ”اي جوان، آءٌ عرب جي هڪ عزت ۽ وقار واري خاندان مان آهيان، مون وٽ بيحد مال اسباب هو، مگر هڪ اڪروٽ جي خيانت سببان آسمان منهنجي مٿي تي مفلسيءَ ۽ تنگدستيءَ جي خاڪ وسائي وڌي آهي! هي هڪ موتي، انهيءَ اسباب مان منهنجي تصرف ۾ آيو آهي، پر اهل و عيال جي ضرورتن مون کي هن ڳالهه لاءِ تيار ڪيو آهي ته هي موتي وڪڻي، عيال جو گذران ۽ پنهنجي حال جي تدارڪ جو وسيلو بنايان ۽ ڏسان ته هاڻي غيب مان منهنجي واسطي ڪهڙو حڪم ٿئي ٿو.“ مون موتي هن جي هٿ مان ورتو. جيتوڻيڪ ان جي قيمت تمام وڏي هئي ۽ ان جي صفائي ۽ جلوي منهنجي اکين ۾ اونداهي آڻي ڇڏي، پر تڏهن به بيپرواهيءَ سان موتي موٽائي هن جي هٿ ۾ ڏني، چيومانس ته ”هن موتيءَ جو ڪو گهڻو ملهه ڪونهي، مون کي رڳو صرف تنهنجي عاجزيءَ ۽ ضعيفيءَ هن موتيءَ جي خريد ڪرڻ لاءِ راضي ڪيو آهي، تنهنڪري ٻڌاءِ ته هن جي قيمت ڪيتري آهي؟“ پوءِ هن کان منهن ڦيري، وري ڪم ڪار ۾ مشغول ٿي ويس، مگر حقيقت ڪري ان موتيءَ جو خيال منهنجي رڳ رڳ ۾ پرجي ويو هو، ۽ ڊپ هوم ته مبادا اهو تحفو منهنجي بيپرواهيءَ سببان ڪنهن ٻئي جي نصيب ۾ نه اچي وڃي. هن شخص جواب ڏنو ته ”اي عزيز، جيتوڻيڪ ظاهر ۾ مون کي

مفلس ۽ پريشان حال ڏسين ٿو، پر يقين ڪر ته انهن تڪليفن هوندي به مون هن قسم جا ڪيترائي قيمتي داڻا، دوستن کي عطا ڪيا آهن. هن هڪ داڻي جي خريد فروخت، ايتري چون و چرا جي قابل آهي ئي ڪانه. مون کي پاڻ به ان جي قيمت ڪٿڻ جي چاڻ آهي، ليڪن جڏهن تنهنجي دڪان تي آيو آهيان، تڏهن مون کي حيا مانع آهي جو ٻئي دوڪان تي وڃان. توکي هن ڪم ۾ مهارت آهي. تنهنڪري آءٌ سڀ تنهنجي سچائيءَ ۽ انصاف تي ڇڏيان ٿو. جيڪي مناسب توکي نظر اچي سو ڏي.“ ائين چئي. موتي وري منهنجي اڳيان کڻي رکيائين. مون موتي کڻي، ڪيترو ئي پنهنجي نفس سان جهيڙو ڪيو ۽ خيال ڪيو ۽ خيال ڪيو ته اڌ قيمت هن کي ڏيان، پر منهنجي بي انصاف طبع، راضي نه ٿي، ۽ آخر ويهه درهم ڪيسي مان ڪڍي هن جي اڳيان رکيم، جي هن يڪدم کڻي ورتا ۽ هڪ نهايت درد ڀريل آه، جگر مان ڪڍي چيائين ته ”اهو انصاف ۽ مروت آهي؟“ پوءِ پئسا ڪيسي ۾ وجهي، نظر کان غائب ٿي ويو. آءٌ پنهنجي هن سودي تي نهايت خوش ٿيس ۽ دل ۾ چيم ته اڄ گهڻو نفعو حاصل ڪيو اٿم جو هڙو موتي، جو هڪ هزار درهمن ۾ به سستو آهي، سو ويهن درهمن ۾ هن غريب شخص کان ورتم. آءٌ هميشه پنهنجي ڪاروباري قابليت تي فخر ڪندو هوس، پر اها خبر ئي ڪانه هيم ته زمانو انهيءَ جو مون کي ڪهڙو نتيجو ڏيندو!

هن ڳالھ کي ٻه ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن وري ٻه
سيپني کان اڳ صبح جو دوڪان کولي وڃي ويٺس ته
شهر جي وڏن ماڻهن مان هڪڙو گهوڙي تي سوار ٿي
اچي بازار مان لنگهيو. مون انهيءَ مهل دوڪان مان
منهن ٻاهر ڪڍيو ته ڏسان ته ڪير آهي، اوچتو گهوڙو
وٺي ڏٺو ۽ هو شخص گهوڙي تان ڪِري پيو ۽ ڪنڌ
ڀڃي پوڻ سبب هڪ ساعت ۾ مري ويو. هن سان
جيڪي خادم ۽ همراھ هئا، سي پنهنجا گريبان ڦاڙڻ لڳا
۽ منهنجا ٻئي هٿ ٻڌي مون کي جهلي قابو ڪري مڪن
۽ چنبن سان مارڪٽ ڪرڻ بيٺا. بازار جا دوڪاندار ۽
راهگير گهڻيئي اچي گڏ ٿيا؛ ۽ جيئن ته اڪثر ماڻهو
نفسانيت ۽ طمع جي ڪري مون کي شرير ۽ بدنفس
سمجهندا هئا، تنهنڪري هنن جي خواهش هوندي هئي
ته مون کي ڪنهن حادثي ۾ عقوبت ۾ گرفتار ڏسن. اهي
سڀ منهنجي خصومت تي ڪمر ٻڌي بيٺا، ۽ مون
ڪيترو به حقيقت حال بيان ڪئي، مگر ڪنهن به نه
ٻڌي ۽ هڪٻئي کي چوڻ لڳا ته ”نااهلن کي مال ۽ دولت
جلد گمراھ ڪري. هڙين براين ڏانهن مشغول ڪري
ٿي.“ انهيءَ قسم جون ايتريقدر ته ڳالهيون ڪيائون جو
خلق کي يقين ٿي ويو ته مون چاڻي واڻي هن شخص جو
خون ڪيو آهي. سپاهي ۽ ڪوتوال به خبر ملڻ تي اتي
اچي حاضر ٿيا ۽ مون کي وٺي وڃي شام جي بادشاھ
وٽ حاضر ڪيائون.
بادشاھ به طامع ماڻهو هو، منهنجي مال ۽ اسباب جو
ذڪر گهڻي قدر ٻڌو هئائين، سو بهاني ۽ وجھ لاءِ منتظر

ويٺو هو ته انهيءَ مال مان حصو پنهنجي هٿ آڻي. پهريائين ته يڪدم منهنجي قتل ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيائين، مگر پوءِ حاضرينن جي سفارش تي مون تي هڪ هزار ڏنڊ وڌائين ۽ جان بخشي ڪيائين. اهڙيءَ ريت اڌ کان گهڻو مال انهيءَ ناحقي خون ۾ تاراج ٿي ويو. انهيءَ نقصان جي بار کان منهنجي طاقت جي ڪمر پڄي پئي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ آءٌ وري به انهيءَ نقصان جي تدارڪ واسطي ڪوشش ۽ سعي جو دام، هر طرف پکيڙي نفعي جي شڪار هٿ ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳس.

هڪڙي ڏينهن پنهنجي دوڪان تي ويٺو هوس، ته به زالون نهايت هار سينگار سان منهنجي دوڪان جي در وٽ اچي ويٺيون. هڪڙيءَ جي ڪڇ ۾ کير پياڪ ٻار ۽ ٻيءَ کي سامان جي ڳنڍڙي هٿ ۾ هئي. جنهن کي ٻار ڪڇ ۾ هو، تنهن ٿوريون اشرفيون کيسي مان ڪڍي، هن ٻيءَ کي هٿ ۾ ڏئي چيو ته ”ڪالهه جيڪو اسباب حاجي جلال قزوينيءَ کان خريد ڪيو هوسون تنهن جي قيمت ۾؛ اهي ڏيئي چوينس ته باقي رقم صبح جو سوير پهچائي ڏينديس، باقي جواهر، جن لاءِ وعدو ڪيو اٿس سي به جلد هٿ ڪري رکي، چاڪاڻ ته شاديءَ ۾ باقي ڏهه ڏينهن آهن. جڏهن هوءَ زال رواني ٿي وئي، مون جو شادي ۽ جواهرن جو ذڪر ٻڌو ۽ اشرفين کي ڏٺم، سو بچڙو خيال ڪري لالچي ٿيس ۽ پڇيومانس ته ”پلو ٿيئي، پنهنجي رفيقياڻيءَ کي ڪيڏانهن موڪليو اٿئي.“ چيائين ته ”فلاڻي مشهور ۽ معروف شخص جي ڌيءَ،

وزير جي پٽ کي نڪاح ۾ ٿا ڏين؛ اسين ڪنواريتي طرف جي ماڻهن مان آهيون ۽ بازار ۾ ڪن ڪمن ڪارين واسطي آيون آهيون. ريشمي ڪپڙن ۽ جواهرن جي ضرورت هئي، سو ڪپڙا ته ڪالھ حاجي جلال کان خريد ڪيا هئاسون ۽ اڄ انهن جي قيمت موڪلي ڏنيمانس؛ جيئن ته جواهرات لاءِ به انجام ڪيو هئائين ته هٿ ڪري ڏيندس، تنهنڪري پنهنجي رفيقياڻيءَ کي انهيءَ بابت تاڪيد ڪرڻ لاءِ به اشارو ڪيم.“ مون جڏهن هن زال کان اها ڳالھ ٻڌي، تڏهن انهيءَ خوشخبريءَ جو ظاهر ٿيڻ پنهنجي بخت ۽ اقبال جي مددگاري سمجهيم، ۽ دل ۾ هن سودي مان وڏي نفعي حاصل ڪرڻ جا خيال پچائڻ لڳس. پوءِ هن زال کي چيم ته ”مون وٽ گهڻائي وڏيءَ قيمت وارا جواهر موجود آهن، جي سيپئي توکي ڏيکاريان ٿو ۽ جيڪي توهان کي انهيءَ ڪم واسطي گهربل هجن سي انهن مان چونڊي ڪڍ، قيمت بابت جيڪا توهان جي مصلحت ۽ مرضي هوندي، تنهن موجب فيصل ڪئي ويندي.“ هن زال جواب ڏنو ته ”زالون جن کي جواهر خريد ڪرڻا آهن، سي بلڪل جواهر شناس آهن، هو وڏيءَ خبرداريءَ سان جواهر پسند ڪن ٿيون. هنن ٿورن ڏينهن ۾ ڪيترا جواهر پيش ڪيا اٿئون، پر هنن پسند نه ڪيا آهن. هنن کي نهايت عمدا ۽ وڏيءَ قيمت وارا جواهر گهربل آهن. تنهن کان سواءِ اسان جي ڏيتي ليتي حاجي جلال سان آهي. جڏهن هن کان ٻيو سامان به خريد ڪيو اٿئون، تڏهن جيڪڏهن جواهر به هن کان

وٺنداسون ته ضرور ڪجھ رعايت ڪندو.“ مون چيومانس ته ”آءٌ به توهان جي مرضي موافق ڪم ڪندس، ۽ توهان کي ناراض نه ڪندس. امید اٿم ته توهان جي معرفت آءٌ به ڪو سودو ڪري، وڏن ماڻهن کان نفع حاصل ڪريان.“ جواب ڏنائين ته ”چڱو، اسين ڏسنداسون.“ ايتري ۾ سندس رفيقياڻي به اچي وئي، جنهن کيسي مان وڏيءَ قيمت وارن موتين جي هڪ لڙهي ڪڍي هن کي ڏني. هوءَ مون ڏانهن نگاهه ڪري، هن سان ڳالهائڻ لڳي. پوءِ وڏي آواز سان چيائين ته ”هاڻي جي آندا اٿئي ته رک“ جڏهن پنهنجي رفيقياڻيءَ سان ڳالهائي بس ڪيائين، تڏهن مون ڏانهن منهن ڪري چيائين ته ”دڪاندار، پنهنجي جواهرات ڪڍي اچ ته ڏسان.“ آءٌ جواهرن جي صندوقڙي ڪڍي آيس جا منهنجي استطاعت جو خزانو ۽ ڪارخاني جي موڙي هئي. صندوقڙي کولي ٿوريون موتين جون لڙهيون ۽ پيا قيمتي جواهر هن کي ڏيکاريم، ۽ هر هڪ جي قيمت هن کي ٻڌائيندو ويس. اهو موتي جيڪو هن غريب شخص کان خريد ڪيو هوم، تنهن جي پڻ به هزار درهم قيمت ٻڌائي، انهن ۾ رکيم. هن زال چيو ته ”مون کي خبر نه آهي ته هي جواهر پسند ڪنديون يا نه!“ صندوقڙيءَ تي مهر هڻي، کيسي مان قلمدان ڪڍي، ڪجھ لکيائين ۽ پوءِ ان تي به مهر هڻي پنهنجي رفيقياڻيءَ کي ڏنائين ۽ چيائين ته ”آءٌ هتي ويٺي آهيان، تون هي جواهر بيبيءَ کي ڏيکاري اچ.“ وري مون کي چيائين ته ”تو وٽ به ڪو ماڻهو هجي ته منهنجي

رفيقياڻيءَ سان گڏي موڪل، جو گهر جي رستي جو واقف ٿي اچي.“ مون وٽ هڪ اعتبار وارو غلام هو، جنهن کي هن جي رفيقياڻيءَ سان گڏي موڪليم، هوءَ زال پاڻ پنهنجي پار سميت منهنجي دوڪان تي ويهي رهي.
انهيءَ وچ ۾ راهگذرن مان ٻه ماڻهو بازار مان وڙهندا منهنجي دڪان وٽ اچي پهتا، ۽ اتي خنجر ڪڍي هڪٻئي تي حملو ڪيائون ۽ هڪٻئي کي زخمي ڪري وڌائون. انهيءَ جهيڙي جي تماشي ڏسڻ واسطي گهڻائي ماڻهو اچي گڏ ٿيا. انهيءَ وچ ۾ سپاهي به اتي اچي نڪتا، ۽ هنن کي قيد ڪري بادشاهه وٽ وٺي ويا. ٿوريءَ دير کان پوءِ بادشاهه جا ماڻهو بازار جي دڪاندارن کي، شاهديءَ ڏيڻ لاءِ سڏڻ واسطي آيا ۽ دڪاندارن کي زور زبردستيءَ سان دڪان تان اٿاري وٺي ٿي ويا. مون کي به انهن سان گڏ هلڻ لاءِ چيائون. هوءَ زال ساڳيءَ طرح پار ڪڇ ۾ کنيو هلڻ ويٺي هئي ۽ مون کي چيائين ته ”وچ ۾ دڪان بنسبت خاطر جمع رک. آءٌ تنهنجي موٽي اچڻ تائين نظرداري ڪندي رهنديس.“ آءٌ ٿورا قدم اڳتي ويس ته دل ۾ خيال ٿيم ته مبادا هيءَ زال ڪا حرڪت ڪري، تنهنڪري هڪ ڪاسائيءَ کي چئي ويس، جنهن جو دڪان منهنجي دڪان جي پر ۾ هو ته هن زال جي نگهباني ڪج. ڪاسائيءَ کي منهنجي شاهديءَ بابت خبر ڪانه هئي، تنهن سمجهيو ته آءٌ هن کي دڪان جي پارت ڪري رهيو آهيان، سو مون کي چيائين ته ”خاطر جمع رک.“ غلام کي هن زال سان وئي گهڻي

مدت گذري وئي هئي ۽ هن جو ڪوبه پتو ڪونه پيو. هوءَ زال به اڪيلي دڪان ۾ ويٺي هئي، تنهنڪري مون کي نهايت پريشاني ۽ فڪر هو. اهڙيءَ صورت ۾ بادشاهه جي بارگاهه تي به ڏاڍو لاچار ويس. جڏهن آءٌ بارگاهه تي پهتس، تڏهن ٻيا دڪاندار شاهدي ڏئي موٽيا هئا. مون کي به بادشاهه جي اڳيان حاضر ڪيائون. بادشاهه مون کان پڇيو، پر جيئن ته منهنجو هوش خيال صرف هن زال جي طرف هو، تنهنڪري پريشانيءَ جي حالت ۾ جيڪي ٻيا ماڻهو چئي ويا هئا، تنهنجي خلاف شاهدي ڏنيم. بادشاهه ڪلي پڇيو ته ”هي اهو ئي احمق شخص آهي نه، جنهن اڳي هڪ وڏي ماڻهوءَ جو خون ڪيو هو؟“ جواب ڏنائونس ته ”هائو. “بادشاهه چيو ته اهو ئي سبب آهي جو سڀني ماڻهن جي ڏنل شاهدي جي برخلاف شاهدي ڏئي رهيو آهي. هڙن بوافضول، خدا ناشناسن کي وڏي ۽ معقول سزا واجب ۽ لازم آهي. مون کي ڪوتوال جي حوالات ۾ ڏنائين. جڏهن مون کي بارگاهه کان ٻاهر وٺي ويا، تڏهن ڪوتوال کي ڪجهه رشوت ڏئي، پاڻ کي ضامن تي آزاد ڪرايم.

جڏهن دڪان تي موٽي آيس، تڏهن ڏٺم ته هوءَ ٻار واري زال آهي ئي ڪانه ۽ غلام نهايت افسوس ۽ فڪر ۾ دڪان تي ويٺو آهي. پڇيومانس ته ”جواهرات جي سودي بابت ڇا ٿيو؟“ انهيءَ ڪان اڳ غلام پڇيو ته ”هوءَ زال جيڪا هتي ويٺي هئي، سا ڪيڏانهن وئي؟“ مون جواب ڏنو ته ”انهيءَ زال کي مهر علي ڪاسائي جي حوالي ڪيو اٿم.“ تون ٻڌاءِ ته ڪيڏانهن ويو هئين ۽

جواهرن جي صندوقڙي ڪيڏانهن ڪيئي.“ غلام جواب ڏنو ته ”تو جواهرن جي صندوقڙي اعتبار ڪري هن زال جي حوالي ۾ ڏني هئي، ۽ مون کي ڪجھ به نه چيو هئي ته ڇا ڪريان. مون کي فقط هن سان گڏ موڪليو هئي ته گھر جي رستي جو واقف ٿي اچان. آءٌ هن سان گڏجي بازار کان ٻاهر نڪتس ۽ ٿورين گھٽين مان لنگھي. چاليهن ڏين واري گھٽيءَ وٽ، هڪ گھر جي در وٽ پهتاسون، جتي ڪيترائي معتبر ماڻهو بيٺا هئا. مون کي چيائين ته ”تون هتي ترس ته آءٌ موٽي اچان ٿي“ زال اندر جاءِ ۾ لنگھي وئي ۽ آءٌ ظهر جي نماز تائين در تي منتظر بيٺو هوس، پر هن جو ڪو پتو ئي ڪونه پيو. جڏهن نماز جو وقت ٿيو، تڏهن اندران ٻانگ جو آواز آيو ۽ ماڻهو ٽوليون ٽوليون ٿي اوڏانهن وڃڻ لڳا. مون خيال ڪيو ته شايد ڪو ماڻهو گھر ۾ فوت ٿيو آهي ۽ هي ماڻهو هن جي عذر خواهي لاءِ وڃي رهيا آهن. ٿوريءَ دير کان پوءِ، سڀئي ماڻهو ٻاهر نڪري آيا ۽ آءٌ انتظار ڪري ڪڪ ٿي پيو هوس، تنهنڪري انهن مان هڪڙي کان پڇيم ته ”جيڪا زال هن گھر ۾ لنگھي ويئي سا وري ٻاهر نه ايندي ڇا؟، ان شخص کلي چيو ته ”اڙي غلام، ننڊ ۾ آهين ڇا! هن جاءِ کي ڪهڙي شخص جو گھر خيال ڪيو اٿئي، ۽ ڪهڙيءَ زال جو احوال پڇي رهيو آهين؟ توکي منع نه آهي، قدم اڳتي رکي ڏس ته هيءَ ڪهڙي قسم جو گھر آهي.“ آءٌ پنهنجي جاءِ تان اٿي وڪڙ ۾ گھڙيس، ڊپ ۽ خوف ۾ پئي ويس جڏهن مسجد جي اڱڻ ۾ پهتس، تڏهن مون کي محراب ۽

منبر ڏسڻ ۾ آيا ۽ اتي ڪيترائي ماڻهو وضو ڪري رهيا هئا، ڪيترا نماز پڙهي رهيا هئا ۽ مسجد جي ٻئي طرف ڪان به دروازو ڪليل ڏٺم، جتان به ماڻهو پئي آيا ويا. مون خيال ڪيو ته هوءَ زال به انهيءَ در مان هلي ويئي هوندي، تنهنڪري آءٌ به انهيءَ در مان ٻاهر نڪري ويس. جڏهن گهٽيءَ ۾ داخل ٿيس، ته هن هن زال جهڙي هڪ زال ڏٺم، پر هن وٽ اهڙي ڪا به شيءِ ڪانه هئي، جنهن جي نشان تي هن کي سڃاڻان. هن جي نالي ۽ نشان جي به خبر نه هئي جو هن جو پتو ڳولي لهان. گهٽيءَ ۾ هيڏانهن هوڏانهن اجايو رلي لاچار موٽي آيو آهيان.“ مون جڏهن غلام کان اها نااميديءَ جي خبر ٻڌي، تڏهن انهيءَ غم کان منهنجي جان چپن تي اچي وئي ۽ يڪدم عقل ۽ هوش کان پالهو ٿي ويس. ۽ ڪاسائيءَ وٽ وڃي پڇيومانس ته ”هوءَ زال جيڪا تنهنجي حوالي ۾ ڏئي ويو هوس، سا ڪيڏانهن وئي؟“ هن جواب ڏنو ته ”تو ڪڏهن زال منهنجي حوالي ڪئي هئي. جڏهن تون وئين تڏهن ڏٺم ته هڪ زال دوڪان ۾ ويٺي هئي، جنهن کي ٻار ڪڇ ۾ هو. مون پڇيومانس ته ڪنهن سان ڪم اٿئي؟ جواب ڏنائين ته ”هن جواهريءَ کان پئسا لهڻندي آهيان، تنهنڪري ان واسطي ويٺي آهيان.“ ٿوريءَ دير کان پوءِ پنهنجي ٻار کي کڻي مون وٽ آئي ۽ هيٺ رکي چيائين ته ”هيءُ هتي پيو هجي ۽ آءٌ موٽي اچان ٿي.“ ٻار کي اتي ڇڏي وئي جو اجا تائين ئي منهنجي دڪان ۾ آهي.“ چيومانس ته ”وڃ ۽ ٻاهر کڻي اچينس ته ڏسان.“ ڪاسائي ٻار کي ٻاهر کڻي آيو.

اجان منهن تان ڪپڙو لاٿومانس ته ڏٺم ته خمير مان ٻار جي صورت ٺاهي، ڪپڙا ڍڪائي ڇڏيا اٿنس. ڪاسائي کي چيم ته ”هيءُ عجيب ٻار آهي!“ ڪاسائيءَ چيو ته ”هاڻي هن کي وڃي ڦٽو ڪر جيڪي آهي سو آهي، وڃي ان زال سان صفائي ڪر.“ مون ڪاسائيءَ کي چيو ته ”زال تنهنجي حوالي ۾ ڇڏي ويو هوس، اها مون کي پيدا ڪري ڏي، ڇاڪاڻ ته هوءَ مون کان هزارن ٹُمانن جا جواهر به کڻي وئي آهي.“ هن مون کي جواب ڏنو ته ”اي احمق، آءٌ تنهنجو غلام هوس ڇا جو زال منهنجي حوالي ۾ ڏني هيئي. تنهنجو ڪم هو پاڻ هن جي سنڀال ڪرڻ؟“

مون هوش ۽ حواس کان نڪري، ڪاتي کڻي ڪاسائيءَ جي منهن ۾ اڇلائي هنئين، جنهنڪري هن جو مغز ۽ منهن جو اڌ وڃي پيو. بازار جي ماڻهن ۽ هن جي عزيزن مون کي کڻي ٻڌو ۽ بادشاهه جي خدمت ۾ وٺي ويا.

بادشاهه منهنجي قتل ڪرڻ واسطي حڪم ڪيو، پر وري به حاضرينن بادشاهه کي عرض ڪيو ته ”هيءُ شخص مجهول ۽ ديوانو ڏسجي ٿو، تنهنڪري هن جي قتل ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو. هن جي سموري ملڪيت ضبط ڪجي، ۽ هن کي ملڪ مان نيڪالي ڏئي ڇڏجي ته ٻين واسطي عبرت ٿئي.“ منهنجي گهر ۽ دڪان ۾ جيڪو اسباب پيل هو، سو سمورو انهيءَ گناهه جي عيوض ضبط ڪيو ويو ۽ مون کي شام جي ولايت مان نيڪالي ڏني ويئي. آءٌ مٿي اگهاڙو ۽ هٿين خالي شهر

مان نڪري روانو ٿيس ۽ بيابان ۾ پهچي، رستو وڃائي ڇڏيم. ٻن ڏينهن تائين بکيو ۽ اڃيو، حيران پئي گهميس ۽ پنهنجي بخت جي بيداد جي شڪايت پي ڪيم ته اوچتو هڪ نقاب پوش سوار، اتي اچي نڪتو ۽ مون کي پنهنجي پٺيان سوار ڪري، عام رستي تي آڻي چيائين ته مون کي سڃاڻين ٿو؟، مون جواب ڏنس ته ”پانيان ٿو ته.
تنهنجي آواز جو واقف آهيان.، چيائين ته ”آءٌ اهو ساڳيو شخص آهيان، جنهن فلاڻي ڏينهن ويهن درهمن ۾ توکي هڪ موتي وڪرو ڪيو هو ۽ تنهنجي ايمانداريءَ ۽ انصاف جو امتحان ورتو هوم. اهو موتي هينئر مون وٽ آهي.“ کيسي ۾ هٿ وجهي، موتي ٻاهر ڪڍي مون کي ڏيکاريائين. چيائين ته ”توکي معلوم هجي ته آءٌ اقابيل ملائڪ آهيان، ۽ ڪيترا هزار ملائڪ منهنجي تابع فرمان آهن. منهنجي نوڪري صرف هي آهي ته مختلف شڪليون بنائي، سڀني شهرن ۽ بازارن ۾ گهمندو رهان، ۽ خلق مان هر هڪ جي امانت ۽ انصاف جو امتحان وٺندو رهان. جيڪڏهن ڪنهن کي ايماندار ڏسان ٿو ته سڀڪنهن طرح هن جي مدد ۽ اعانت ڪريان ٿو، پر جيڪڏهن ڪنهن شخص کي خيانت ڪندڙ ۽ ڪوڙ ۾ مبتلا ڏسان ٿو ته خلل ۽ خرابي هن جي جان ۽ مال کي پهچايان ٿو. توکي معلوم هجي ته ناصواب عملن جي وسيلي، خلق سان ناانصافي ۽ دغا ڪرڻ سڀ کان بڇڙو ڪم آهي. توکان جيڪا دغا ۽ بي انصافي ظاهر ٿي آهي، تنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو تنهنجي ايتري دولت ۽ مال ٿوري ئي وقت ۾ برباد ٿي ويو.“ مون روئڻ ۽ پٽڻ

شروع ڪيو، پر مون کي چيائين ته ”هاڻي ڪجھ به فائدو نه ٿيندو.“ ۽ پوءِ هو منهنجي نظر کان غائب ٿي ويو.
آءٌ هن ملڪ ۾ اچي پهتس ۽ مدت تائين مفلسيءَ ۽ تنگدستيءَ سان گذاريندو رهيس، ۽ ندامت ۽ پشيمانيءَ کان سواءِ ڪجھ به حاصل نه هوندو هوم. انهيءَ مدت اندر ڪنهن به ڪم ۾ هٿ وجهندو هوس ته ڪو به چڱو نتيجو نه نڪرندو هو. پنهنجي حال مال، زر ۽ اڳوڻي وقت تي تيسين افسوس ڪندو رهيس، جيسين اکين کان انڌو ٿي پيس. هاڻي گدائيءَ جو پيشو اختيار ڪيو اٿم. هن حالت کي صرف شوم طبعي، بيجا حرص، بي انصافيءَ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪري پهتو آهيان. ”اي جوان، اهو مضمون هن سبب ورد زبان ڪيو اٿم، ۽ سڀڪنهن وقت زبان تي جاري رکان ٿو ته شريف خواهه رذيل، ننڍو خواهه وڏو، سچ ۽ انصاف جي رستي کان پاسو ڪري، مون وانگر راحت ۽ فارغباليءَ کان محروم نه ٿئي.“
هن ڳالهه جي موتين پوئڻ جي مدعا هي آهي ته اڏنگيءَ روش واري جي راحت ۽ آسائش جي مڪان کي زوال جو سيلاب نقصان پهچائي ٿو، ۽ سڀڪنهن صدق انديش ۽ پاڪيزه سرشت جي مقصدن جي تاج کي، نصرت ۽ سرفرازيءَ جو موتي زينت بخشي ٿو، سڀڪو هوشمند، جيڪو پرهيزگاري ۽ پاڪسائيءَ جي زيورن سان سينگاريل آهي، سو دل جي ارادي سان طمع ۽ حرص جي ڪنڊن واري ميدان جي هُوس نٿو ڪري، ۽ ابليس

جي فريب ۾ اچي پين ماڻهن جي خانه خرابيءَ واسطي تيار نٿو ٿئي. پاڻ کي هن جواهريءَ وانگر آرام ۽ آسائش جي فردوس مان ڪڍي، مفلسي ۽ تنگيءَ جي محنت ۽ مصيبت واري ملڪ ۾ نٿو پهچائي. سيڪو ماڻهو ڄاڻي ٿو ته حرص ۽ طمع، نفسانيت ۽ مال جي محبت، ڪوڙ ۽ خيانت جا حلقهء بگوش غلام آهن، ۽ ڪيترن ئي ناپسند عملن جو باعث آهن. پوءِ ڪيستائين، ڪهڙي مطلب واسطي، مال گڏ ڪرڻ لاءِ مردم آزاريءَ ۽ بدديانتي ڪري، پنهنجي پياري عمر کي هڙيءَ خسيس محبت، ۽ دنيا جي جنس واسطي برباد ڪرڻ گهرجي؟ يقين آهي ته اهڙو مال جيڪو حرص جو تاجر، مڪر ۽ فريب جي دلالن جي مدد سان، ضعيفن ۽ مسڪينن جا بازو موڙي حاصل ڪندو، سو ٿوري ئي وقت ۾ بهار جي رنگ وانگر، حادثي جي خزان سان، اختيار جي تصوف مان نڪري ويندو. صاف ضمير ۽ صاف طبيعت ماڻهو، راستگوئي ۽ پڪي ارادي سان مڪر ۽ فريب کان پرهيز ڪري، جهاد نفس جي معرڪي ۾، مردانه وار ڪوشش ڪن ٿا، ۽ پنهنجي دل جي اٿوڻندڙ آرزوئن جو ايتريقدر مقابلو ڪن ٿا، جو نيٺ نفس نافرجام جي ارادن تي فتح حاصل ڪري، بهبوديءَ جي ڪنوار، مراد ۽ اقبال جي آرسيءَ ۾ ڏسڻ لڳن ٿا، ۽ دولت جي فردوس مان سعادت ۽ ڪامرانيءَ جا گل چونبڄڻ لڳن ٿا.

مرد عاقل ۽ حقيقت سڃاڻندڙ اهو آهي، جو آزادگيءَ ۽ صداقت جي پاڻيءَ سان، ارڏائي ۽ اينگائيءَ جي شعلن

ڪي اُجهائي ڇڏي ٿو. ڇاڪاڻ ته بدڪردار ۽ شهوت پرست ماڻهو، هميشه بي اعتبار ۽ خلق جي نظر ۾ مردود ۽ حقير ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهڙن ماڻهن جي اعتبار جون تارون، هميشه ماڻهن جي صحبت جي نعمت کان بي بهره رهن ٿيون ۽ هو ڪڏهن به پنهنجي مقصد کي پهچي نٿا سگهن.

حقيقت ڪري سچ، زر ڪامل آهي ۽ جنهن کي ان مان ڪو بخرو حاصل آهي، تنهن جي عزت ۽ وقار کي ڪڏهن به ڪو نقصان نٿو رسي، ۽ هن جو قدر ۽ احترام هميشه پشيماني، خواريءَ ۽ شرمساريءَ کان بچيل رهي ٿو. اهو به يقين آهي ته جيڪو خيانت ۽ بچڙائيءَ جو ٻج، پنهنجي خيال جي زمين ۾ پوکيندو، سو هرگز عافيت جو ڦل حاصل نه ڪندو. ۽ غزني جي قاضيءَ وانگر پنهنجي اعتبار ۽ راحت کي، شرمساريءَ عقوبت سان مبدل ڪري، پنهنجي حياتيءَ ۽ هستيءَ کي فنا ۽ نيستيءَ ڏانهن ڇڪي ويندو.

ڳالهه ڪندا آهن ته جنهن وقت غزنيءَ جي حڪومت ۾، نافرمان فرمائيءَ جو خطبو، عظمت ۽ اجلال جي منبرن تي، سلطان محمود سبڪتگين جي نالي بلند آواز سان پڙهيو ويندو هو، تنهن وقت هڪ شخص، آذربائجان کان هندستان جي سفر جي ارادي سان روانو ٿيو. جڏهن غزنيءَ ۾ پهتو، تڏهن هن کي ان ملڪ جي صفائي ۽ آب و هوا نهايت پسند آئي، تنهنڪري اتي ترسي پيو. جيئن ته هن کي مال جي خريد فروخت ۾ مهارت هئي، تنهنڪري دلالن جي بازار ۾ وڃي انهن سان گڏ ڪم

شروع ڪيائين. بخت هن جي مدد ڪئي، هن کي گھڻو نفعو ٿيڻ لڳو. اتي شاديءَ جو ارادو ڪري، هڪ پرهيزگار ۽ خوبصورت زال سان نڪاح ڪيائين. اقبال جي ياوريءَ سان، رفتي رفتي هن وٽ گھڻو ئي مال گڏ ٿي ويو. سوداگريءَ ۾ اهڙيءَ طرح اُن پيشي ۾ پنهنجو وقت صرف ڪندو رهيو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ، هندستان ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪيائين. جيئن ته غزنيءَ ۾ مسافر هو، تنهنڪري ڪو دوست ۽ مشفق ڪونه هوس، جنهن کي پنهنجي موٽي اچڻ تائين زال جي نگهباني ۽ حفاظت سپرد ڪري. تنهنڪري پنهنجي دل ۾ خيال ڪيائين ته زندگانيءَ جي قانون جو پهريون باب پنهنجي ننگ ۽ ناموس جي حفاظت آهي، تنهنڪري جيسين مون کي زال بنسبت خاطر جمع نه ٿيندي، تيسين هن سفر جو ارادو رکڻ مناسب نه آهي. شهر جو قاضي امانت ۽ پرهيزگاريءَ ۾ بلڪل مشهور هو، تنهنڪري خيال ڪيائين ته قاضي شريعت تي هلندڙ شخص آهي، خداشناسيءَ ۽ دينداريءَ ۾ هن شهر جو خاص ۽ عام هن جي تعريف ڪري رهيو آهي. بهتر آهي ته زال ان جي حوالي ۾ ڇڏي وڃان ۽ جيسين هن سفر تان موٽي اچان، تيسين هن جي گھر ۾ رهي. اهو خيال ڪري قاضيءَ وٽ ويو ۽ چيائينس ته ”آءٌ هن شهر ۾ مسافر آهيان، هتي شادي به ڪئي اٿم، هن وقت هندستان جي سوداگريءَ جو پڪو ارادو اٿم. منهنجي زال جوان آهي، جيتوٽيڪ هن جي عصمت ۽ پاڪدامنيءَ جا ورق، هن جي ذاتي جوهرن ۽ صفتن جي شيرازي سان محڪم ۽ مضبوط

آهن، پر تڏهن به سڀڪنهن ماڻهوءَ کي دوست ۽ دشمن ٿين ٿا، تنهنڪري زماني جي واقعن کان سلامت رهي نٿو سگهجي. اهڙيءَ صورت ۾ احتياط ضروري آهي، مبادا ڪنهن ماڻهو کي گلا ڪرڻ جو وجهه ملي، تنهنڪري مون کي اميد آهي ته توهين منهنجي زال کي پنهنجي حفاظت ۽ نگهبانيءَ هيٺ وٺندا.“
قاضيءَ هن جي استدعا قبول ڪئي.
پوءِ زال کي ٻارهن مهينن جو خرچ ڏنئي، وٺي آٽي قاضيءَ جي حوالي ڪيائين، ۽ پاڻ سفر تي روانو ٿي ويو.
هوءَ زال، رات ڏينهن قاضيءَ جي گهر ۾ پنهنجو وقت خدا تعاليٰ جي عبادت ۽ اطاعت ۾ گذاريندي رهي، قريباً هڪ سال تائين اهڙيءَ طرح قاضي جي گهر ۾ زندگي بسر ڪيائين، جو ڪنهن نامحرم کي هن جي صورت ڏسڻ جو اتفاق نه ٿيو، ۽ نڪي هن جو ڪنهن آواز ئي ٻڌو. هڪڙي ڏينهن قاضي بيخبريءَ ۾ پنهنجي گهر آيو ۽ سندس نظر هن زال تي وڃي پئي. هن جي دلفريب صورت ۽ لاثاني جمال ڏسي، قاضي جو عقل ۽ هوش گم ٿي ويو. دل ۾ خيال ڪيائين ته ڪنهن حيلي سان ان زال جي پاڪائيءَ جي قلعي تي خيانت جو شبخون ڪري، مگر جيئن ته ان زال جي حقيقت حال ۽ سيرت کان واقف هو، تنهنڪري جرائت ڪري نٿي سگهيو جو هن کي پنهنجي بيقرار دل جي حال کان آگاهه ڪري. اهڙيءَ صورت ۾، دل ۾ وَٺَ پيو کائيندو هو ۽ سوز مان آهون پيو ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن قاضيءَ جي زال حمام ۾ ويئي ۽ هن زال کي گهر جي سنڀال ۽ نظرداري واسطي ڇڏي ويئي. قاضي جڏهن گهر ۾ آيو، تڏهن ان زال کي گهر ۾ اڪيلو ڏسي، شوق جي پڳ آسمان تي اڇلي، چيائين ته مقصود جو شڪار، جيڪو مون آسمان تي پئي ڳوليو سو هاڻي زمين تي منهنجي موچاري بخت جي دام ۾ اچي ويو آهي. گهر جو دروازو بند ڪري، ان زال کي چيائين ته ”اسان جي دينداري، سڄي عالم کي ويڙهيو پيئي آهي ۽ سڀني ماڻهن جي ڪنن تي پهچي ويئي آهي. بهشت جي حورن جو وسوسو به اسان جي درست نيت ۽ حقانيت کي احتياط ۽ شريعت جي رستي کان منحرف ڪري نٿو سگهي، تنهنڪري اسان کان ايتريقدر موشو چاڪاڻ ٿي ڪرين؟ - توکي هر وقت عاقبت انديشي، عصمت جي پردي هيٺ پناهه ڏئي رهي آهي ۽ اسان تي پڻ خدا شناسي ۽ روز محشر جي عقوبتن جي خوف کان، شهوت پرستي ۽ بدافعالي قبضو ڪري نٿي سگهي. بهرحال مهمان کان خذمت وٺڻ خدا ۽ رسول جي حڪمن جي خلاف آهي، پر تڏهن به تون هاڻي گهر جو هڪ ڀاتي آهين، اسين في الحال تنهنجي مهربانيءَ ۽ التفات جا مهمان آهيون، تنهنڪري جيڪڏهن ڪجهه طعام حاضر هجي ته ڪٽي اچ جو بک لڳي آهي.“

زال منهن کي چادر سان ڍڪي، گهڻي حجاب ۽ شرم سان طعام قاضيءَ جي اڳيان آڻي رکيو ۽ پاڻ وڃي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي رهي. پوءِ ان زال کي چيائين ته توکي خبر آهي ته ٿي شخص رحمت الاهي کان دُور ۽ قيامت جي

ڏينهن سخت عذاب ۾ گرفتار ٿيڻ وارا آهن: پهريون اهو جو اڪيلو ماني کائي، ٻيو اهو جو اڪيلو سمهي، ۽ ٽيون اهو جو اڪيلو مسافري ڪري. هيتريءَ مدت ۾ ڪڏهن به اهڙو اتفاق نه ٿيو آهي جو انهن ٽنهي ڳالهين مان ڪنهن به هڪ جو مرتڪب ٿيو هجان؛ جيئن ته طعام کائڻ ۾ هاڻي اڪيلو آهيان، جيڪو اڪيلو ڪجھ به کائيندو آهي ته ابليس لعين هن سان شريڪ ٿي ويندو آهي، ابليس جيڪڏهن ڪنهن سان ڪنهن به شيءِ کائڻ ۾ شراڪت ڪندو ته ايمان ۾ خلل پوڻ جو باعث ٿيندو، تنهنڪري ڪهڙي حرڪت آهي، جي مون کي شيطان جي شر کان پناهه ڏيئي، پنهنجا هٿ طعام سان آلا ڪرين.“

زال سان ايتري مڪر ۽ فريب جون ڳالهيون ڪيائين جو هوءَ زال راضي ٿي، دسترخوان تي اچي ويٺي. قاضي ضرورت ۽ احتياج موافق بيهوشيءَ جي دوا پاڻ سان رکندو هو، تنهن مان ڪجھ قدري زال واري طرف فرصت جي وقت ۾ طعام ۾ وجهي ڇڏي هئائين. اجا زال به ـ ٽي گرهه کنيا ته بيهوشيءَ جي دوا هن تي اثر ڪري ورتو ۽ هن جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. ارادو ڪيائين ته اُٿان اٿي، پر ٽنگون ٿڙڪڻ لڳيس ۽ ڪرڻ سان بيهوش ٿي ويئي. قاضي دستر خوان کڻي، ارادو ڪيو ته عشرت جو انتظام ڪري زال سان صحبت ۾ مشغول ٿئي ته اوچتو در کڙڪيو. قاضي حيران ٿيو ته زال کي ڪٿي لڪائي جو ڪو به هن جي احوال کان واقف نه ٿئي. قضا سان گهر ۾ تهخان هو، جو قاضي

ناڻي رکڻ لاءِ ٺهرايو هو. هن ۾ هن جي زال کان سواءِ ان جي ٻئي ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي. پوءِ فرش کڻي، چور دروازو کولي، زال کي کڻي تهخاني ۾ رکيائين. ۽ دروازو بند ڪري، فرش کي زمين تي وري برابر وڇائي، ٻاهر وڃي، گهر جو دروازو کوليائين ته ڏٺائين ته سندس زال آهي جا حمام مان موٽي آئي هئي.
قاضيءَ چيس ته ”چاڪاڻ گهر اڪيلو ڇڏي، ٻيئي گڏجي ٻاهر وڃو ٿيون؟،
جواب ڏنائيندس ته ”تاجر جي زال کي گهر جي نگهبانيءَ واسطي ڇڏي ويئي هيس.“
قاضيءَ چيس ته ”ٻن ڪلاڪن کان گهر ۾ اچي ويٺو آهيان، پر مون ته ڪنهن کي به گهر ۾ نه ڏٺو! اهڙن ٻي پروسي وارن ماڻهن تي اعتبار نه ڪرڻ گهرجي. مبادا ڪا شيءِ نه کڻي وئي هجي!“
قاضيءَ جي زال، سوداگر جي زال جي حال تي متعجب ٿي چيو ته ”هوءَ اهڙي زال ته نه هئي، جو اهڙي قسم جي حرڪت ڪري! خبر نه آهي ته هن کي ڪهڙو حادثو پيش آيو!“
اجا انهيءَ گفتگوءَ ۾ هئا ته قضا سان سوداگر به ساڳئي وقت هندستان جي سفر تان موٽي آيو. پنهنجي زال کي گهر وٺي وڃڻ لاءِ، قاضيءَ جي گهر لنگهي آيو. قاضيءَ چيس ته ”مدت ٿي آهي جو تنهنجي زال اسان جي اجازت ۽ اطلاع کان سواءِ، گهر مان هلي وئي آهي، هن جو پتو ئي ڪونهي.“

تاجر چيس ته ”اي قاضي، هيءُ وقت چرچي ۽ مسخريءَ جو نه آهي، منهنجي زال کي موڪل ڏي.“
قاضيءَ قسم کڻي جواب ڏنس ته ”هن ڳالهه ۾ ذرو به خلاف نه آهي.“
هن چيس ته ”آءٌ پنهنجي زال کي چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو، هن جا اطوار ۽ خصلتون چاڻان ٿو ته هوءَ اهڙي حرڪت ڪڏهن به نه ڪندي. البت هن ڳالهه جي ضرور ڪا ٻي صورت ڏسجي ٿي؟“
قاضيءَ کي انهيءَ تي ڪاوڙ لڳي ۽ چيائينس ته ”عجيب نموني جو بيوقوف ۽ گهٽ عقل وارو آدمي آهين. ڳالهه اها آهي جيڪا توکي ٻڌائي اٿم. چاڪاڻ بيهودو بڪي رهيو آهين ۽ اسان کي اجائي تڪليف ڏيئي رهيو آهين؛ وڃ ۽ وڃي ڳولا ڪر ته تنهنجي زال ڪٿي آهي.“
تاجر کي زال سان ڏاڍي محبت هئي، تنهنڪري ٻڌڻ سان دماغ مان دونهان نڪري ويس، ۽ گريبان ڦاڙي، قاضيءَ جي بي انصافيءَ جو فرياد، سلطان جي خدمت ۾ کڻي ويو. اتي ثنا ۽ دعا کان پوءِ عرض ڪيائين ته ”اي حضور، آءٌ آذربائجان جو رهاڪو آهيان ۽ حضور جي عدالت ۽ غريب نوازيءَ جي تعريف ٻڌي، مدت کان هن ملڪ ۾ اچي رهيو آهيان، حضور جي مهربانيءَ ۽ الطاف جي ڇانوَ هيٺ بلڪل آسودگيءَ سان وقت گذاريو اٿم. ٻارهن مهينا اڳي سفر جو ارادو ڪري، پنهنجي جوان ۽ خوبصورت زال کي قاضيءَ جي حفاظت ۾ ڇڏي روانو ٿي ويو هوس، هاڻي موٽي آيو آهيان، مگر قاضي پنهنجي نفساني خواهش جي ڪري

زال تي عاشق ٿي، موٽائي ڏيڻ کان انڪار ڪري ٿو. سلطان جي حڪم موجب، قاضيءَ کي حاضر ڪيو ويو. قاضي اڳيئي محلي جي ڪن بدمعاشن کي حقيقت حال کان واقف ڪري، ڪجھ پئسا ڏيئي سمجھائي ڇڏيو هو ته جيڪڏهن تو هان کي سلطان جي خدمت ۾ شاهديءَ لاءِ وٺي وڃن ته چئجو ته قريب ٻه – ٽي مهينا ٿيندا جو تاجر جي زال کي ڏٺو هوسون ته قاضيءَ جي گھر مان ٻاهر نڪري ويئي هئي ۽ گم ٿي ويئي. جڏهن قاضي دربار ۾ حاضر ٿي، سلطان جي اڳيان عزت واري جاءِ تي اچي ويٺو، تڏهن سلطان پڇيس ته ”اي قاضي، هيءُ تاجر توتي ڪهڙو فرياد ڪري رهيو آهي؟“
جواب ڏنائين ته ”هن شخص، پنهنجي زال مون کي سپرد ڪئي هئي، ۽ اٽڪل ٽي مهينا ٿيندا ته منهنجي خواهه منهنجي زال جي بيخبريءَ ۾ اها گھر مان نڪري ويئي ۽ هن وقت تائين موٽي نه آئي آهي. اسان ڪيتري ٻه ڳولا ڪئي، مگر هن جو ڪو به پتو نه مليو. مون کان هن جي حفاظت ۾ ڪنهن به قسم جي غفلت نه ٿي آهي.“ تاجر چيو ته ”اهڙو ڪم ڪرڻ منهنجي زال جي طبيعت ۽ روش جي خلاف آهي، آءٌ اها ڳالھ قبول ڪري نٿو سگھان.“
سلطان پڇيو ته ”انهيءَ ڳالھ جا شاهد ڪير آهن؟“
قاضيءَ چيو ته ”پاڙي جا ڪيترائي ماڻهو انهيءَ حال کان آگاهه آهن.“
پوءِ انهن جا نالا ورتائين.

سلطان جي حڪم موجب شاهد حاضر ڪيا ويا. هنن قاضيءَ جي سمجهاڻيءَ موجب شاهدي ڏني.
سلطان، تاجر کي چيو ته ”قاضي شاهد پيش ڪري پنهنجي ڳالهه کي ثابت ڪيو آهي، تنهنڪري تنهنجي دعويٰ هلي نٿي سگهي.“
تاجر نااميد ٿي موٽي ويو.
سلطان جي عادت هوندي هئي ته گهڻو ڪري رات جو مملڪت جي ڪمن جي جاچ ۽ رعيت جي هلت چلت ڏسڻ واسطي چمڙا پوش ڏيکي بازارين ۽ گهٽين ۾ گهمندو هو. انهيءَ رات به هو هميشه جي دستور موجب، بارگاهه مان نڪري بازار ۾ ويو، ۽ هڪ دوڪان وٽان اچي لنگهيو. ڏٺائين ته ڪيترا ڇوڪرا راند ۾ مشغول هئا. انهن مان هڪ ڇوڪرو بادشاهه ٿيو ۽ ٻين ڇوڪرن کي چيائين ته ”آءٌ توهان جو بادشاهه آهيان ۽ منهنجو حڪم توهان تي جاري آهي، تهنڪري اوهان کي گهُرجي ته منهنجن حڪمن جي انحرافي نه ڪريو.“
ٻئي ڇوڪري جواب ڏنس ته ”تون به جيڪڏهن سلطان محمود وانگر عدالت جي قاعدي جي برخلاف حڪم ڪندين ته توکي يڪدم بادشاهيءَ تان لاهي ڇڏيندا سون.“
پهرئين ڇوڪري پڇيو ته ”ڪهڙو قاعدي جي خلاف حڪم ڪيو اٿس؟“
جواب ڏنائينس ته ”اڄ هڪ تاجر جو مقدمو پيش ٿيو هو، جنهن پنهنجي زال، قاضيءَ جي حفاظت ۾ ڏني هئي.

قاضيءَ کان شاهد گهريا ويا، ليڪن قاضي زال کي گهر ۾ لڪائي، پاڙي جي ڪن اوباشن کي پئسا ڏيئي، سلطان جي خدمت ۾ آڻي ڪوڙي شاهدي ڏياري، جا سلطان قبول ڪري، تاجر کي جواب ڏيئي ڇڏيو. هو پنهنجي مدعا حاصل ڪرڻ کان سواءِ هليو ويو. اهڙو ڏنو وائنو ظلم، صرف سلطان جي تميز ۽ عدالت جي نارسائيءَ جي ڪري هن مظلوم شخص جي حق ۾ ٿيو.“

افسوس جو اهڙا ماڻهو، جيڪي انصاف ۽ تميز جي قاعدي کان بيگانا ۽ حقانيت جي رسمن ۽ عدل جي آدابن کان بي بهره آهن، سي حڪومت ۽ رياست جي تخت تي ويهي عقل جي ضعف سبب، صحيح راءِ جي برخلاف فيصلا ڪري، عاجزن ۽ ضعيفن جي حال کي اهڙا خطرناڪ ضرر پهچائين ٿا. جيڪڏهن آءٌ سلطان جي جاءِ تي هجان ها ته هوند قاضيءَ جي سچ ۽ ڪوڙ جي حقيقت، سندس شاهدن جي حالت سميت، هڪ لحظي ۾ معلوم ڪري وٺان ها.“

سلطان جڏهن اها ڳالهه ان ڇوڪري جي واتان ٻڌي، تڏهن بدن مان دونهان نڪري ويس ۽ دل ۾ چيائين ”عدل ۽ انصاف جي باري ۾ آءٌ پاڻ کي سپني تي سرڪردو سمجهندو هوس، مگر افسوس جو هنن ڪمن ۾، هڪ ٻار جيتري به مون کي مهارت نه آهي.“

سلطان پنهنجي حالت تي نهايت غصي ٿي، گهر ڏانهن روانو ٿيو. انهيءَ فڪر ۽ غم جي ڪري صبح تائين ننڊ نه آيس.

سلطان سج اڀرڻ کان پوءِ، بارگاھ تي ويو ۽ ماڻھو موڪلي انھيءَ چوڪري کي گھرايائين. چوڪري تي نوازش جي نظر ڏري، چيائينس ته ”اج صبح کان شام تائين منھنجو نائب ٿي ھتي ڪم ڪار ڪر، ۽ سڀڪنھن معاملي ۾ جيئن تنھنجي راءِ ھجي، تيئن حڪم ڪر.“
پوءِ ھڪ خادم کي چيائين ته ”جنھن تاجر، زال جي باري ۾ قاضيءَ جي دعويٰ ڪئي ھئي، تنھن کي چئُو ته اڄ وري به بارگاھ ۾ حاضر ٿي، قاضيءَ تي فرياد داخل ڪري.“
خادم ھن کي وڃي چيو ۽ تاجر ھڪ لمحي ۾ حاضر ٿي، قاضيءَ جي ظلم ۽ زبردستيءَ جو احوال عرض ڪيو. بادشاھ جي حڪم موجب، قاضيءَ جا شاھد حاضر ڪيا ويا. قاضي ھميشہ جي دستور موافق ارادو ڪيو ته پنھنجي درجي موجب عزت واري جاءِ تي ويھي، مگر چوڪري چيس ته ”اي قاضي، مدت کان قضا جي مسند تي ويھي، مقدمن جو شرعي طور سان فيصلو ڪيو اٿئي، مگر عدالت جي قاعدن کان بلڪل بيخبر ڏسجين ٿو؟ تون، ھتي جوابدار جي صورت ۾ حاضر ڪيو ويو آھين ۽ نه صبحت ۽ مجلس واسطي آيو آھين. قاعدو آھي ته فرياديءَ سان گڏ ھيٺ ويھي رھ ۽ جڏھن عدالت جو ڪم پورو ٿئي، تنھن کان پوءِ جيڪو حڪم ٿئي، تنھن موجب اطاعت ڪج.“
قاضي لاچار ھيٺ وڃي تاجر جي پرسان ويھي رھيو.
تاجر پھريائين پنھنجي فرياد جو بيان ڏنو. جڏھن قاضيءَ جو وارو آيو، تڏھن قاضيءَ ھن جي دعويٰ کان صفا

انڪار ڪيو ۽ چيائين ته ”هن شخص پنهنجي زال منهنجي حفاظت ۾ ڏني هئي، مگر ٽي مهينا ٿيندا ته هوءَ منهنجي گهر مان ويئي هلي آهي.“
چوڪري پڇيس ته ”شاهد اٿئي؟“
قاضيءَ شاهدن ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيائين ته ”هي منهنجا شاهد آهن.“
چوڪري شاهدن مان هڪڙي کي سڏي آهستي پڇيو ته ”تو تاجر جي زال ڏٺي هئي، ۽ هن کي سڃاڻندو هئين؟“
جواب ڏنائين ته ”هائو“
پڇيائينس ته ”هن جا ڪهڙا نشان قد ۽ منهن بابت آهن؟“
هن شخص حيران ٿي جواب ڏنو ته ”پيشاني تي تر، هڪ ڏند پڳل هوس، رنگ سانورو ۽ قد ڊگهو هوس، مگر بدن ۾ ضعيف هئي.“
چوڪري پڇيس ته ”تو ڪيڏيءَ مهل هن کي قاضيءَ جي گهر مان نڪرندي ڏٺو هو؟“
جواب ڏنائين ته ”صبح جي مهل هئي.“
هن کي چيائين ته ”تون هتي بيهي رهه.“
پوءِ ٻئي شاهد کي گهرايائين ۽ هن کان پڻ زال جي وصفن ۽ صفتن بابت پڇيائين. هن جواب ڏنو ته ”زال جو قد بندرو، رنگ سفيد هو، ڳلن تي لالائي، چپ تي تر هوس ۽ عصر جي نماز وقت گهر مان نڪتي هئي.“
انهي شاهد کي به اتي بيهاري ڇڏيائين.
وري ٽئي شاهد کي گهرايائين ته هن به پنهنجي شاهدي، مٿين ٻنهي شاهدن جي برخلاف ڏني.

اهڙيءَ طرح سپني شاهدن کي جدا جدا گهرائي پڇيائين ۽ سپني هڪبئي جي برخلاف ڳالهيون ڪيون.
سلطان چوڪري جي پرسان ويٺي مقدمي جو سڄو احوال ملاحظو ڪيو.
جڏهن شاهديون پوريون ٿي چڪيون، تڏهن هنن کي چيائين ته ”اي خدا ناشناسو، ڇاڪاڻ ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهيو؟“
پوءِ خادمن کي حڪم ڏنائين ته شڪنجي جو سامان حاضر ڪريو ته هنن کان سچي ڳالھ جو اقرار ڪرائي وٺجي. هنن جڏهن شڪنجي جو نالو ٻڌو، تڏهن عذاب جي خوف کان چيائيون ته اسين بنا شڪنجي جي سچي ڳالھ بيان ڪريون ٿا، تنهنڪري شڪنجي جو احتياج ڪونهي. اسين گهُرج وارا هئاسون، قاضيءَ اسان کي پئسا ڏيئي، اسان کان زوريءَ هيءَ شاهدي ڏياري آهي. اسان کي تاجر جي زال جي مطلق خبر نه آهي، ۽ هن کي سڃاڻون به ڪونه ٿا.“
چوڪري، قاضيءَ کي پنهنجي نزديڪ سڏي چيو ته ”اي قاضي، تنهنجي شاهدن جيڪي چيو سو تو ٻڌو، هاڻي توکي هن بابت ڇا چوڻو آهي؟
قاضيءَ جي هٿن پيرن کي ڏڪڻي وٺي ويئي هئي، مگر وري به چيائين ته ”ڳالھ سچي اها آهي، جيڪا مون ڪئي آهي.“
چوڪري چيو ته ”قاضي هڪ پهلوان شخص آهي ۽ هن کي فخر مانع آهي، تنهنڪري سواءِ عقوبت جي، سچائيءَ جي رستي تي هرگز قدم نه رکندو.“

جهڙ پٽ عقوبت جو سامان حاضر ڪيو ويو، قاضي شڪنجي جو سامان ڏسي ڊڄي ويو. پوءِ ڪنڌ هيٺ ڪري، سچي حقيقت بيان ڪري ٻڌايائين. چوڪرو پنهنجي جاءِ تان اٿي، سلطان جي اڳيان ادب سان اچي بيٺو ۽ چيائين ته ”هن ڪان پوءِ، اختيار حضور جي هٿ ۾ آهي.“

سلطان هن چوڪري جي عقل ۽ شعور تي نهايت تحسين ڪئي، قاضيءَ کي موت جي سزا جو حڪم ڏنائين، ۽ سندس سموري ملڪيت زال سميت، تاجر جي حوالي ۾ ڏنائين.

پوءِ هن چوڪري تي نهايت مهرباني ۽ نوازش ڪرڻ لڳو. هن جي تربيت پنهنجي زير نظر شروع ڪرايائين، ۽ نيٺ درجي بدرجي هو اعليٰ درجي کي پهچي ويو.

هن ڳالھ جو مطلب هيءُ آهي ته جيڪڏهن قاضي شرع ۽ امانت جي قانونن موافق، جن جي پيروي ڪرڻ، انصاف ۽ عدل وارن جو دستورالعمل آهي. راھ راست ۽ صداقت ڪان انحرافي نه ڪري ها ۽ بوالهوس نفس جي اشاري سان، شهوت پرستيءَ جي طمع ۾ گرفتار ٿي، هن جي زال جي حسن ۽ جمال تي فريفتو نه ٿئي ها ته هوند سندس جان ۽ مال کي نقصان نه پهچي ها.

عالي فطرت شخص اهو آهي، جيڪو دوستي ۽ ديانتداري جي قاعدن تي هلي، پنهنجي وسعت ۽ قدرت آهر سيڪنهن امر ۾ صداقت ۽ امانت جي قانونن کي لازم ۽ مقدم سمجهي ٿو، ۽ اڄ خير جي عملن ڪرڻ سان، سڀاڻي قيامت جي ڏينهن واسطي توشو گڏ ڪري

ٿو. چاڪاڻ ته هن دنيا جي بي بقا نقش و نگاري مطلق اعتبار نه آهي، ۽ عنقريب مقرر زندگي پوري ڪري اهڙي جاءِ تي وڃڻو آهي، جتي صالح عملن کان سواءِ ٻيو ڪو به رفيق گڏ نه هوندو ۽ لطف ايزدگيءَ کان سواءِ، ان رستي جي خطرن دُور ڪرڻ لاءِ ڪو به شفيق نه هوندو.
سون ۽ چاندي جي ميربحر جي رهنمائيءَ سان انهيءَ خطري واري سمنڊ جي ڪناري تي فراغت سان پهچڻ ممڪن نه آهي، ۽ نه اولاد ۽ عزيزن جي مددگاري، عدل ۽ انصاف جي باز پرس کان بچائي سگهندي. معرفت ربانيءَ جي سڃاڻن وارا ۽ جاوداني برڪتن حاصل ڪرڻ وارا اهي ماڻهو آهن، جيڪي نفساني ۽ بيهودن خيالن جي رستي تي، آخرت جي باز پرس جي خوف کان قدم نه رکي، مال ۽ خزاني کي هيچ سمجهندا آهن، زياده طلبي جي هوس ۾، خلق خدا جي حق تلفي نه ڪندا آهن، ۽ پنهنجي حلال جي رزق جي هڪ خشڪ ٽڪر تي قناعت ڪري، پنهنجي آبرو ۽ ناموس جي حفاظت ڪندا آهن. باوجود مفلسي ۽ تنگيءَ جي به، خيانت ۽ دغا سان ٻين جي مال ۾ اکيون نه وجهندا آهن. انهن موچارن افعالن جي برڪت سان، غيبي نعمتن تي فائز ۽ ڪامياب ٿيا آهن.
بلخ جي شهر ۾ هڪ بادشاهه هو، جنهن جي عدل ۽ انصاف جي ڪري خاص ۽ عام جون دليون، ظالمن ۽ ستمگارن جي ظلم ۽ زبردستيءَ کان قرار ۽ پناهه ۾

هيون. هن جي امن جي انتظام ڪري، ماڻهو نهايت آسودا ۽ فارغ البال رهندا هئا.
هڪڙي ڏينهن، ان شهر جي هڪ ماڻهوءَ ٻئي شخص جي زمين خريد ڪري پنهنجي تصرف ۾ آندي. انهيءَ زمين ۾ هڪ وڏو خزانو سون ۽ چانديءَ جو هن کي هٿ آيو. هن شخص امانت جي قاعدن موافق اهو خزانو، انهيءَ شخص جي ملڪيت سمجهيو جنهن کان هن زمين خريد ڪئي هئي. سو هن کي وڃي چيائين ته ”اي ڀاءُ، جيڪا زمين توکان خريد ڪئي هيم، تنهن مان خزانو هٿ آيو آهي. مون زمين توکان خريد ڪئي هئي ۽ نه زمين وارو خزانو، تنهنڪري جيڪي هٿ آيو آهي، سو مال، مِلڪ تنهنجي آهي، منهنجو ان ۾ ڪو به حق نه آهي.“
هن شخص، اها ڳالهه قبول نه ڪئي ۽ چيائينس ته ”مون زمين ۽ جيڪي ان ۾ هو سو توکي وڪرو ڪيو آهي، هاڻي جيڪي ان مان لڌو ويو آهي، سو مون تي حرام آهي. اها خاص تنهنجي مِلڪ آهي.“
هنن جو انهيءَ ڳالهه تي تمام گهڻو بحث هليو، چاڪاڻ ته هنن مان ڪنهن به هڪ، ٻئي جي ڳالهه قبول نٿي ڪئي، تنهنڪري انهيءَ ڳالهه جي فيصلي واسطي بادشاهه وٽ حاضر ٿيا، ۽ ساري حقيقت عرض ڪيائون. بادشاهه به انهيءَ ڳالهه جي فيصلي ڪرڻ کان عاجز ٿي چپ ڪري ويهي رهيو. اهڙيءَ صورت ۾ هنن عرض ڪيو ته ”هي لذل مال، شاهي خزاني ۾ داخل ڪري ڇڏجي، جو ڪنهن به ماڻهوءَ جي ملڪيت ٿي نٿو سگهي.“

بادشاھ چين ته ”ھن ڳالھ جي فيصلي واسطي شرع شريف جي عدالتخاني تي حاضر ٿيو، ۽ جيڪو شرع جي مطابق حڪم ٿئي، تنھن تي عمل ڪريو.“
جڏھن قاضيءَ وٽ حاضر ٿيا، تڏھن سارو احوال ھن کي ٻڌايائون. قاضيءَ ھنن کان پڇيو ته ”توھان کي ڪو اولاد آھي؟“
ھڪڙي جواب ڏنو ته ”مون کي پٽ آھي، ۽ ٻئي چيو ته مون کي ڌيءَ آھي.“
پوءِ چيائينِ ته ”انھن ٻنھي جي پاڻ ۾ شادي ڪريو؛ ۽ جيڪو ھنن جو اولاد ٿيندو سو انھيءَ خزاني جو مالڪ ٿيندو.“
ھنن ائين وچي ڪيو، ۽ سچائي ۽ صدق انديشي جي برڪت سان، ھنن جي اولاد تي روز بروز نيون نيون نعمتون ۽ عطائون نازل ٿيڻ لڳيون.
ھن قصي جي مدعا ھيءَ آھي ته عزت ۽ جاھ جي طالبن، راحت ۽ اعتبار جي ڳوليندڙن کي لازم ۽ واجب آھي ته انھن جي طلب واسطي اھڙي رستي تي ھلن، جو منزل مقصود تي پھچي وڃڻ، ۽ پنھنجي دل جي باغ ۾ اھڙو وڻ پوکين، جو ان جي ڦل ۽ ڇانوَ جي فيض کان فائدو وٺي، خوش وقت گذارين، ۽ زندگيءَ جي سمنڊ تي، احتياط جي ٻيڙيءَ جي رستي، نفساني خواھش ۽ شھوت پرستيءَ جي قبضي ۾ نه ڇڏين، جنھنڪري پاڻ کي عقوبتن ۽ مصيبتن جي طوفان ۾ ويڙھيل ڏسين، ۽ شيطاني نفس جي فريب سان پاڻ کي گنھگاريءَ ۽ گمراھيءَ جي بيابان ۾ ڦاسائين.

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Specialized/Book3/Book_page6.html

# خسروي مرزا علي نواز بيگ

علي نواز بيگ ولد مرزا محمد رحيم بيگ خسروي، 12 سيپٽمبر 1876ع تي ڳوٺ ٽنڊي نوڙھي حيدرآباد ۾ جنم ورتو.
ابتدائي تعليم آخوند علي محمد جي مدرسي مان حاصل ڪري 1895ع ۾ ممبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1902ع ۾ ڪمشنر سنڌ جي آفيس ۾ پھريائين ڪلارڪ مقرر ٿيو، جلد منشي ٿيڻ بعد 1904ع ۾ ميرپور ساڪري ۾ مختيارڪار مقرر ٿيو. 1931ع تائين مختلف هنڌن تي ڊپٽي ڪليڪٽر طور پنھنجا فرض سرانجام ڏنائين. عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم قاضي

احمد مان ورتائين. هيءُ سپاءَ جو مانيٽو ۽ درويش صفت انسان هو. ڪتاب تصنيف ڪرڻ ۽ مطالعو ڪرڻ سندس خاص مشغلو هو، جيڪو آخري گھڙيءَ تائين جاري رکيائين.

سندس مشهور تصنيفون ۽ ڪتاب: ’خاتون جنت‘، ’تاريخ اسلام‘، ’آفتاب و رسالت‘، ’سرتاج امامت‘، ’صراط مستقيم‘ قابل ذڪر آهن. انهن ڪانسواءِ ڪيترن فارسي ڪتابن جا ترجما به ڪيائين. مرزا علي نواز بيگ خسروي 1970ع ڌاري وفات ڪئي.

http://www.encyclopediasindhiana.org/article.php?Dflt=%D8%AE%D8%B3%D8%B1%D9%88%D9%8A%20%D9%85%D8%B1%D8%B2%D8%A7%20%D8%B9%D9%84%D9%8A%20%D9%86%D9%88%D8%A7%D8%B2%20%D8%A8%D9%8A%DA%AF

This page was prepared by Muhammad Umar Chand for students, young readers, and research scholars for convenience of acquiring skills of communication and skills in writing styles. September 22, 2020